# ڪلام منٺار فقير راڄڙ

## رسالو مرتضائي



سنڌي ادبي بورڊ

# منٺار فقير جو ڪلام

مداحون ۽ پيا مرثيا، ذڪر ماتم جون زاريون،
ڪيم حسنين جي تعريف، دفتر شهنشاهيءَ ۾.
(حضرت فقير منٺار سائينؒ)



سنڌي ادبي بورڊ
ڄامشورو، سنڌ
2014ع

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | سال 2007ع | تعداد 500 |
| ڇاپو ٻيو | فيبروري 2014ع | تعداد 1000 |

قيمت: هڪ سؤ پنجاهه رپيا
(Price: 150-00)

خريداري لاءِ رابطو:
سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(Ph: 022-2633679, Fax: 022-9213422)
Email: sindhiab@yahoo.com
www. Sindhiadabiboard.org

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ مئنيجر عبدالرحيم نوحاڻي ڇپيو ۽ الهڏنو وگهيو سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ان کي پڌرو ڪيو.



قبلہ حضرت مخدوم محمد امين فهيم سائين 8 مارچ 2012ع تي
درگاھ منٺار فقير تي آمد وقت، فقير محمد بخش ضامن سان گڏ

# ڇپائيندڙ پاران

هيءُ ڪتاب "رسالو مرتضائي" سنڌ جي عظيم ۽ ناماياري شاعر منٺار فقير راڄڙ جو ڪافي، مولود، مدح، غم نامہ، سوال نامہ، قيامت جو بيان، حب نامو ۽ بيتن تي مشتمل ڪلام جو مجموعو آهي، جنهن ۾ الله جل جلالہ جي واڪاڻ ۽ پنجتن پاڪ جو ذڪر آهي.

منٺار فقير راڄڙ جو شعر آفاقي ۽ الهامي آهي. سندس شاعريءَ جي زبان نهايت ئي سهڻي ۽ سباجهڙي آهي. جنهن ڪي هر خاص و عام آسانيءَ سان سمجهي ۽ پڙهي سگهي ٿو.

منٺار فقير راڄڙ جو صوفياڻو تڪيو ڪپري جي ماڳ "ڪاٺي" ۾ آهي، تصوف جي هن سلسلي جو لاڳاپو سروري جماعت سان آهي، هن "درگاهہ" (منٺار فقير راڄڙ) تي هر خميس يعني جمع جي رات تي سماع ۽ صوفيانہ راڳ رهاڻ جي محفل لازمي طرح ٿيندي آهي. جتي صوفي راڳ سان حاضرين جو روح ريجهائين ٿا.

ڪلام منٺار فقير راڄڙ "رسالو مرتضائي" جو پهريون ڇاپو جون 1928ع ۾ جنهن جو ٻيو ڇاپو 1987ع ۾ عقيدتمندن پاران ٻيهر ڇپرايو ويو. ڪلام جي اهميت ۽ افاديت کي نظر ۾ رکندي وري ٽيون ڀيرو هن رسالي کي سنڌي ادبي بورڊ پاران 2007ع ۾ ڇپرايو ويو، جنهن جو هاڻي هيءُ ٻيو ڇاپو پنهنجي ايماڪاريءَ ۾ ڇاپيندي

دلي خوشي محسوس ڪري رهيو آهيان. جنهن لاءِ بورڊ جي مانواري چيئرمين قبلہ جناب مخدوم جميل الزمان صاحب جن جو دل جي گهرائين سان شڪرگذار آهيان، جنهن جي مفيد مشورن ۽ ذاتي دلچسپيءَ ڪري هي رسالو ڇپائيءَ جون منزلون آسانيءَ سان طئي ڪندو اوهان جي هٿن تائين پهتو آهي.

اميد آهي تہ تصوف جي عقيدت مندن جي حلقي، ڪلاسيڪي شاعريءَ سان دلچسپي رکندڙن ۽ عام پڙهندڙن ۾ هيءُ ڪتاب پڙهيو، پرجهيو ۽ ساراهيو ويندو.

الهڏتو وگهيو
سيڪريٽري

20- ربيع الثاني 1435ھ
21- فيبروري 2014ع

# برکت ڀريا لفظ

## عالي جناب مخدوم محمد زمان صاحب 'طالب المولیٰ'

## سجاده نشين درگاهه سروري هالا نوان

رسالو مرتضائي، منٺار فقير راڄڙ جو اهو ڪلام آهي جنهن ۾ صرف پنجن تنن جو ذڪر آهي.

هن ڪتاب ۾ ڪافي، مولود، مدح، غم نامه، سوال نامه، قيامت جو بيان، حب نامون ۽ بيت شايع ٿيل آهن. انهن ۾ ان وقت جي مروج شاعري موجب رِقت آميز انداز استعمال ڪيو ويو آهي.

هن کان اڳي منٺار فقير جو ڪلام رسالو رهنمائيءَ ۽ رسالو اصل خدائي شايع ٿيل آهن. هي سندس ڪلام جو ٽيون مجموعو آهي، جيڪو جون- 1928ع ۾ جميعيت راءِ ولد صاحب راءِ، ديوان نارائڻداس ۽ پرتاب راءِ ولد شامنداس ٻيراني وارن، ڇپايو هو، جنهن ۾ نه رڳو ٻوليءَ جون چڪون آهن پر پروفن جون به گهڻيون غلطيون آهن. هن ڇاپي کي مرحوم ولي بخش فقير جي مشورن ۽ موجوده فقير ولي محمد جي ڪوشش سان پياري خان ش، سيد گل شاهه، حاجي فيض محمد هنگورجي ۽ سرفراز راڄڙ گڏجي وڏي عقيدت ۽ محنت سان ڇپايو آهي. جيئن ته هن ڪتاب جا پروف محترم نياز همايوني پڙهيا، جيڪو پاڻ به سنڌي زبان جو سٺو شاعر آهي. سندس محنت قابل تحسين آهي انهي ڪري به هن نئين ڇاپي ۾ پروف جون غلطيون گهٽ ۾ گهٽ آهن.

اميد آهي ته هي ڪتاب اهلِ سخن ۽ ڪافي گو شاعرن لاءِ سٺي سوکڙي ثابت ٿيندو.

هالا 9- سيپٽمبر 1985ع

طالب المولیٰ

رسالي مرتضائيءَ ۾ منٺار فقير جو اهو ڪلام آهي جيڪو پاڻ امام پاڪ جي شان ۾ ۽ واقعي ڪربلا تي لکيو اٿس، فقير منٺار ڪي مرشد جي محبت سان گڏ امام پاڪ جي محبت بہ نس نس ۾ سمايل هئي، جنهن جو اظهار سندس ڪلام ۾ نمايان نظر ايندو. هيءَ رسالو پهريون دفعو منٺار فقير جي حياتيءَ ۾ 1928ع ۾ ڇپيو ٻيو دفعو 1987ع ۾ ڇپرايو ويو. هي ٽيون دفعو سنڌي ادبي بورڊ وارن ڇپرايو آهي. سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري اعجاز احمد منگي ۽ اراڪين جي محنت يقينن قابلِ داد ڇئبي اميد تہ درگاهہ منٺار فقير تي موجود باقي مواد ڇپرائڻ ۾ بہ بورڊ پنهنجو ڪردار ادا ڪندو اسين فقير محمد بخش سندس خاندان ۽ منٺار فقير جي مڙني محبتين لاءِ دعاگو آهيون تہ الله پاڪ ڪين ڦقير جي ڏسيل واٽ تي هلائي ڪامياب ڪري.

**مخدوم محمد امين فهيم**

سجاده نشين

درگاهہ غوث الحق مخدوم سرور نوح رحہ

15- مارچ 2007



وادي سنڌ جو مشهور و معروف الهامي شاعر

**منٺار فقير راڄڙ** رحہ

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

# شڪر ادائي

رسالي مرتضائيءَ ۾ فقير منٺار سائين ﷺ جن جو اهو ڪلام آهي، جيڪو پاڻ ڪربلا جي واقعي تي ۽ امام پاڪ جي شان ۾ چيو اٿن. جنهن ۾ ڪافيون، ڏهر يا بيت، مولود، مداحون، سي حرفي، سوال نامون ۽ قيامت جو بيان وغيره شامل آهن. هن رسالي کي پنجتني يا شهنشاهي رسالو بہ چيو ويندو آهي. هيءُ رسالو پهريون دفعو 1928ع ۾ فقير سائين جي حياتيءَ ۾ هيرانيءَ جي سيٺين جميعت راءِ ولد راءِ صاحب نارائڻداس ۽ پرتاب راءِ ولد شامنداس جن ڇپايو، جيڪي سندسن معتقد هئا ۽ ان وقت ٽئي رسالا، خدائي، رهنمائي ۽ مرتضائي ڇپايا هئائون. مرتضائي رسالي کي پنجتني يا شهنشاهي بہ چئبو آهي. ٻيو دفعو گهڻي عرصي بعد وري 1987ع ۾ پياري خان شر ۽ غلام ڪريم شر جي ڪوشش سان ڇپجي منظر عام تي آيو، پر ڪافي عرصي کان پوءِ وري ڇپائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي پئي وئي ۽ اهو ڪم سنڌي ادبي بورڊ وارن انتهائي خلوص سان ڪيو ڪين جس هجي. آءٌ انتهائي شڪرگذار آهيان قبلا مرشدنا مخدوم امين فهيم سائين جن جو سندن نوازش جي نظر رهندي آئي آهي، رهندي اچي ۽ انشاء الله تا وقت رهندي. آءٌ قبلہ جميل الزمان سائين جن جو بہ مشڪور آهيان سندن رهنمائي بہ اسان سان

هر وقت رهي آهي ۽ رهندي. ان سان گڏ آءٌ قبلا مخدوم حبيب الله سائين ۽ قبله مخدوم نعمت الله سائين جن جو بہ احسانمند آهيان جو هن سڄي ڪم ۾ سندن ڀرپور ساٿ رهيو. سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري صاحب ۽ شعبي ۽ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جو بہ مشڪور آهيان جو سندن ذاتي دلچسپي سبب ئي هيءُ رسالو جلد ڇپجي سگهيو. آئون جناب گل حسن درس سروري صاحب ۽ محمد صادق درس جو بہ شڪريو بجا آڻيان ٿو جو سندن اڻٿڪ محنتن جوئي نتيجو آهي جو سڀ ڪم وقت سِر ٿي سگهيو.

والسلام

**فقير محمد بخش 'ضامن'**

سجاده نشين درگاهه حضرت منٺار فقير رحمة الله عليه

27 ذوالقعد 1427 هہ، 19 ڊسمبر 2006ع اڱارو

مخدوم حبيب الله سائين جو بنگلو، قاسم آباد حيدرآباد سنڌ



فقير محمد بخش ضامن سجاده نشين درگاهہ حضرت منٺار فقير راڄڙ عليه رحمة
فقير سائين جن جي دستار مبارڪ پهريل

# سوانح حيات حضرت فقير منٺار سائين عليه رحمة

حضرت فقير منٺار سائين عليـه رحمة جن اڄ کان اٽڪل ڏيڍ سوءِ سال کن اڳ موجوده ڳوٺ ڪاٽي راڄڙ ۾ تولد ٿيا. سندن طبيعت ننڍي هوندي کان ئي فقيريءَ ڏي مائل هوندي هئي. سندن وڏا اصل کان ئي سرور نوح فقير عليه رحمة جن جا مريد هئا. مخدوم امين محمد سائين پکن ڏٽي عليـه رحمة جن جڏهن پکن شريفن تي چلاڪشي ڪري واپس هالا شريف آيا تـہ جماعت گهڻي اچي گڏ ٿي پاڻ ڇوڪراٽي عمر جا هئا ڪين اشتياق ٿيو تہ آئون اڄ ذکر وٺان. حالانڪ ان ڏينهن ڪنهن کي بہ ذکر ڪونہ ٿي مليو. خليفو پراڻان هالا جو شاه صاحب هو پاڻ ان کي عرض ڪيائون ان سائين کي عـرض ڪيو پاڻ فرمايائون تہ اچي ذکر ڏيون ٿا ان طرح ان ڏينهن فقط ڪيـن ئي ذکر مليو. پاڻ جوانيءَ کي رسيا تہ امين محمد سائين پکن ڏٽي عليـه رحمة جن جو وصال ٿيو ڪين مرشد جي جدائيءَ جو وڏو صدمو رسيو ۽ پاڻ ملول رهڻ لڳا ان عرصي ۾ ڪين مجازي عشق جي چوٽ بہ لڳي پر ڪامل مرشد جي مهرِ نظر سان مجازي عشق حقيقيءَ جو روپ ورتو ۽ پاڻ شعر چوڻ لڳا ان دوران هڪ رات اٿر مهل ڏسن ٿا تہ امين محمد سائين جـن گهوڙي تـي اچـن پيـا پاڻ اٿـي گهوڙو ورتئون سائين فرمايو تہ فقير گهوڙو ڇڏي ڏيو. اوهين هيڏانهن اچو پاڻ هڪ پنو ڪڍي ڇيائون تہ پڙهہ. فقير سائين عرض ڪيو پڙهيل ڪونہ آهيان پاڻ فرمايائون تہ پڙهہ اسين ٿا پڙهايون اها هڪ ڪافي هئي جا پڙهائي وئي.

لاهي ويهہ مَ لَڏ، لاهہ مَ لَڏ، هل تہ پهچين هوت کي.

(سڄي ڪافي رسالي خدائي ۾ موجود آهي.)

ڪافي پڙهائي جتي هينئر سندن درگاهہ آهي ان جاءِ لاءِ فرمايائون تـہ هـي اوهان جو مڪان آهي. گهبرائبو ڪونہ. اسين اوهان سان گڏ آهيون ۽ پاڻ روانا ٿيا صبوح ٿيو تہ فقير سائين جن پڙهيو بہ وجن ۽ لکيو بـہ وجن.۽ اها ڪيفيت ٿي جو جيڪي زبان مبارڪ مان نڪري اهو ٿي پوي. پوءِ پاڻ ٻارهن سال کن سير و سفر ۾ گذاريائون سنڌ جي بزرگن ملتـان تـائين ۽ اجمير شريف تـائين درگاهن تي حاضريون ڏنائون. ڪين امام پاڪ جي محبت ننڍي هوندي کان ئي

هئي. محرم شريف جا ڏينهن تمام غم ۾ گذاريندا هئا ڪين ڪافي دفعا امام پاڪ جي زيارت نصيب ٿي مثال طور هڪ واقعو ڏجي ٿو. هڪ دفعي پاڻ شهيد عبدالرحيم گرهوڙي عليه رحمة جي حاضري ڏئي موٽيا هڪ طالب به ساڻن گڏ هو واٽ تي رات پئجي وين اهو خاصخيلي قوم جو ڳوٺ هو. ان وقت ۾ هڪ وبا اچي پئي هئي جنهن سبب هزارين موت ٿيا هئا ماڻهو هڪڙا لاش دفنائي ايندا هئا ته ٻيا پيا هوندا هئا، پاڻ ان ڳوٺ مان ماڻهو سڏايائون، پيراڻون نالي ڳوٺ جو چڱو مڙس نڪري آيو پاڻ ان کي چيائون ته مسافر آهيون رات رهنداسون ۽ ننگر به ڪبو. ان ٻڌايو ته هينئر سڄو ڳوٺ وبا ۾ ورتل آهي سڀ عورتون مرد سڪرات جي حالت ۾ آهن ان لاءِ ننگر جي معذرت باقي رات پلي رهو پاڻ اتي رهي پيا ڪجهه مهل ڪان پوءِ خواب جي نموني ڏسن ٿا ته چار ماڻهو آيا آهن ۽ اسان کي وٺي پيا وڃن. ڪين هڪ لانديءَ ۾ ڇڏي اهي ماڻهو ويا هليا سامهون هڪ واٽ هئي جنهن تان ڪافي ماڻهو آيا ويا پي پاڻ انهن کان پڇيائون ته ڪٿان پيا اچو ته انهن چيو ته اوهان کي خبر ڪانهي ڇا. امام صاحب جن آيل آهن هو پريان سندن تنبو لڳل آهن اسين اتان پيا اچون پاڻ به اوڏانهن روانا ٿيا اتي وڃين ڏسن ته هڪ شاهه صاحب آهي (اهو غالبن ڪپري تعلقي جوئي شاهه صاحب هو فقير ولي بخش سائين جن نالو به وٺندا هئا) جيڪو ننگر پيو ورهائي شاهه صاحب ساڻن مليو ۽ ٻڌايائين ته چڱو ٿيو اوهين اچي ويا. امام صاحب جن اوهان کي ياد پي ڪيو. هاڻ ڪجهه دير ويهو ته آئون فارغ ٿيان ته حاضري ٿو ڪرايان پاڻ اتي ويٺا ته هڪ آواز آيو ته اي فقير منٺار هڪ ڪلام ٻڌائي وڃ پاڻ اوڏانهن ڏيان ڏنائون ته شاهه صاحب چين ته ايڏانهن ڌيان نه ڏيو ڪجهه مهل ڪان پوءِ وري ساڳيو آواز آيو شاهه صاحب وري منع ڪين ڪجهه مهل ڪان پوءِ وري آواز آيو ته اي فقير منٺار اسم الله جو اٿئي ڪلام ٻڌائي وڃ شاهه صاحب وري منع ڪئي ته پاڻ چيائون ته جيڪو به آواز آهي هاڻ ته اسم الله جو وڌو اٿن هاڻ ته اوڏانهن وڃبو ته شاهه صاحب چين ته پوءِ پهرين حاضري ڪريو. پوءِ اوهان جي مرضي شاهه صاحب اجازت وٺي ڪين اندر ڇڏيو. پاڻ ڏسن ته امام حسين عليه السلام جن کٽ تي ويٺا آهن. ڪچهري لڳي پئي آهي پاڻ به قدم بوسي ڪري ويٺا. ڪچهري ڪري موڪلائڻ مهل پاڻ عرض ڪيائون ته هيئن سڏ ٿي ٿيا ان لاءِ ڇا ڪجي ته امام پاڪ جن

فرمايو، ته فقير اهي شيطان آهن اڄڪلهه جيڪا وبا پئي آهي سا انهن جي ڪري آهي اسان هتي انهن شيطانن کي پڪڙڻ لاءِ ڪئمپ هنئي اٿئون. ڪجهه پڪڙيا آهن باقي پڪڙبا. فقير صاحب جن عرض ڪيو ته قبله سڏڻ سان گڏ اسم الله جو وڏو اثر، پاڻ فرمايائون ته پوءِ نيڪ آهي پر ڪجهه ترسو ائين فرمائي ڪاغذ قلم گهرايائون ان تي ڪجهه لفظ لکي فقير سائين جن کي سڏي ساڻي ٻانهن ۾ ٻڌي فرمايائون ته هاڻ ڀلي وڃو هاڻ اوهان محفوظ آهيو. ڪو نقصان نٿو پهچي سگهي. پوءِ پاڻ ان سڏن واري طرف پاسي ۾ ئي لڳل تنبوءَ ڏي ويا اتي ڏسن ته واقعي شيطان آهن جيڪي ٻڌا پيا آهن زنجيرن سان اتي پهتا ته وري اک ڪلي پين ۽ گڏ جيڪو طالب هئن ان کي چيائون ته پيراٺي کي سڏ ڪر پيراٺي کان پڇيائون ته هٽ کو ڪاغذ قلم ملندو ان ٻڌايو ته هڪ واڻيي جو هٽ آهي ان کان ملي ويندو سو اتان وٺي آيو ڳوٺ ۾ جيترا ماڻهو بيمار هئا اوترا پرچا ناهي انهن تي امام پاڪ جيڪي اکر لکي ڪين ٻڌا هئا اهي لکي انهن کي ڏنائون ته پنهنجي گهر جي ڀاتين کان ٻڌڻ شروع ڪر ۽ سيني بيمارن کي ٻڌ. هو سڄي ڳوٺ ۾ ٻڌي واپس اچي ته سندس ڀاتي بلڪل نيڪ وينا آهن، تن چيو ته هي ڪهڙو جادو ٿي ويو اسين ته سڪرات ۾ هئاسون هاڻ ته مٽي ۾ سور به ڪونه رهيو آهي. پيراٺي چين ته جنهن جي ڪري نيڪ ٿيا آهيو هاڻ اتي ان جي خدمت ڪريو ان طرح اهو خاصخيلين جو ڳوٺ ۽ ان ڪري ٻيا خاصخيلي به سندن معتقد ٿي پيا جن سان ڪافي وقت تعلق هلندو آيو. اڄا به ڪن گهرن سان هلندو اچي. ان طرح ٻيا به واقعا آهن. محرم شريف جي پهرئين کان وٺي ماڻهو ايندا ويندا هئا. 10 تاريخ تي ٻڌجي ٿو ته ٽيهه چاليهه ديڳين تائين ننگر هلندو هو، پهرين محرم کان ٽيجهي جي نياز تائين پاڻ تمام غم ۾ گذاريندا هئا مرثيه خواني به ٿيندي هئي.

هڪ دفعي 10 تاريخ محرم شريف تي ننگر هليو پي پاڻ پنهنجي پاتاريءَ تي وينا هئا سياري ۾ مچ تي اتر طرف سندن پاتاري هوندي هئي ۽ اولهه طرف ڪنهن به آيل سادات جي پاتاري هوندي هئي، باقي لانديءَ ۾ ٻيا ماڻهو ويهندا هئا هڪ شاهه صاحب آيل هو جيڪو پنهنجي پاتاريءَ تي وينو هو ته ڪم واري ماڻهن مان ڪنهن اچي ڪين آهستي ٻڌايو ته سائين سامان کٽي پيو آهي. ائين قدرتي ٽيٽو هو نه ته اڳ ۾ ڪڏهن ڪونه ٿيو اهو چوڻ شاهه

صاحب ٻه ٻڌي ورتو ۽ فقير سائين کي چيائين ته سائين مون کي اجازت ملي ته ننگر جو بندوبست آئون ڪريان. پاڻ چيائون ته شاهه صاحب اوهان تڪليف نه ڪريو انتظام تي ويندو. پر شاهه صاحب زور پريو ته پاڻ اجازت ڏنئون شاهه صاحب ٻنيءَ تي آيو. هڪ ديڳ جو سامان ٻچيل هو اها ديڳ رڌايائين ماڻهو اڃا ٻه ڏهه پندرهن ديڳين جا رهيل هئا. شاهه صاحب ديڳ تي ڪپڙو ڏئي وڏائڻ شروع ڪيائين ماڻهو ڪارائيندا ويا سڀ ماڻهو ڪائي ويا. ڪم وارن ٻه ڪاڌو جڏهن سيني ڪائي بس ڪئي ته شاهه صاحب اٿيو. ۽ ديڳ تان ڪپڙو لاهين ته صرف هڪ ڪڇي وڌ تي آهي باقي ديڳ پري پئي آهي. اهڙا اهڙا ماڻهو سندن ڪچهريءَ ۾ شامل هوندا هئا. جو ڇڻ رهيل ماڻهن کي سڏو امام جي ننگر مان وني ڪارائي ڇڏيائون. ۽ اهو برڪت جو اثر اڄ تائين هلندو اچي ۽ هلندو رهندو. پاڻ پنهنجو قبو ۽ مسجد شريف ۽ پنهنجي قبر مبارڪ پاڻ نهرايائون رمضان المبارڪ جي عيد پڙهي سيني عزيز و اقارب کي درگاهه تي وني اچي ٻڌايائون ته هي اسان جي آخري آرامگاهه آهي. اسين باقي اوهان وٽ ڏهه ڏينهن آهيون ته سندن پائيتي حاجي مير حسين چيو ته سائين اوهان ته نيڪ ناڪ آهيو اهڙيون ڳالهيون ڇو تا ڪريو ته پاڻ مسڪرائي فرمايائون ابا اسان کي پنهنجي ملڪ وڃڻ جي خوشي آهي، اسان الله سائينءَ کان گهري ته محرم شريف جي ڏهين تاريخ هئي سو تاريخ ڏهين ملي آهي باقي مهينو شوال جو مليو آهي، ان طرح پاڻ 10 شوال 1353ھ 16 جنوري 1935ع هن دارالفانيءَ مان دارالبقا ڏي اسهيا.

پاڻ پنهنجي هڪ مرثيي ۾ فرمائن تا ته:

ماهه محرم جيءَ ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان،
حب رکي حسنين ڏي، روئندي هتان راهي ٿيان.

کين هڪ فرزند هو فقير پير بخش جيڪو عين جوانيءَ ۾ ئي پنهنجا ٻه ننڍڙا پٽ فقير ولي بخش ۽ فقير قبول محمد ڇڏي وصال ڪري ويو.

پاڻ پنهنجن پوٽن جي تربيت ڪيائون کين نپائي وڏو ڪيائون ۽ سندن اولاد ڏنائون. فقير سائين جي وفات بعد سندن پوٽو فقير ولي بخش سائين عليه رحمة جن سجاده نشين ٿيا. جيڪي هڪ ڪامل فقير ٿي گذريا آهن. قبي ۽ مسجد شريف کان سواءِ باقي درگاهه شريف تي جيڪو

۽ تعميراتي ڪم ٽيل آهي، سو گهڻي ڀاڱي سڀ سندن رياضت جو ثمر آهي. پاڻ محرم شريف جا ڏينهن چاهي ميلو، مرشدن جي حاضري مهمانن سان رهاڻيون، فقير جي حبدارن سان نباهڻ يا مڪان جي خدمت، هر ڪم ۾ اڳرا رهيا ۽ وڏا مثال قائم ڪيائون فقيريءَ ۾ اميري ڪيائون جنهن هڪ دفعو ساڻن ڪچهري ڪئي ان کي ساري عمر ڪونہ وساريندا سندن مفصل سوانح حيات ۽ شعر سندن رسالي "پرين تنهنجيءَ پياس ۾"، ۾ موجود آهي، جيڪو منٺار فقير اڪيڊمي طرفان 1999ع ۾ شايع ٿيو آهي. فقير ولي بخش سائين عليہ رحمة جن تاريخ 29 محرم الحرام 1404هہ 5 نومبر 1983ع ڇنڇر رات راهہ رباني ورتائون.

سندن مرثين پڙهڻ جو انداز اجان نٿو وسري سڄي مجمعي جي اک آلي هوندي هئي ۽ پاڻ ذڪر تسبيح جيڪا 10 محرم جي صبوح جو درگاهہ تي ٿيندي آهي ان ۾ سماع ۾ ملائي مرتضائي رسالي جو هڪ ٻہ ڪافيون پڙهندا هئا، هلندي سماع ۾ اهو انداز وري ڪنهن ڪان نہ ٻڌو ويو. سندن شعر مان هن ڪتاب جي مناسبت سان سندن ٻہ ڪافيون هتي ڏجن ٿيون:

ڪافي

تل: علي شاهہ مردان شيرِ خدا تون، هوئج گڏ هميشہ ٽيج ناجدا تون.

1. تون هين حق حيدر علي شاهہ صفدر، ڪنبائي قلعوتو ڪٽيو ڪوٽ خيبر
مٿان مير محمد فائق فدا تون.

2. ڏيو تندرستي توحيد توڪل، ڪر معاف مون تان مڙئي مير مشڪل،
آهين شاهہ شاهن، ناهين گدا تون.

3. ڏيو حب حسنين جي مونکي هردم، دنيا دين جا سڀ پورا ڪريو ڪم
۽ مون کي ميل مرسل، نورالهدا تون.

4. آهين وير وارث ولايت جو والي، اسين آهيون تنهنجا آلي موالي
ڪرين پير پوري، من جي مدا تون.

5. ولي بخش آهي تنهنجي در سوالي، وريو ڪونہ توڪان ڪڏهن ڪوبہ خالي
سخي شاهہ آهين، سيد سڻ سدا تون.

## ڪافي 2

تل: رک هردم حب حسنين سندي، تنهن وارث واليءَ ڪوئين سندي.

1. جنهن جو بابو علي ۽ نانو نبي، تنهنجي وصف ٻي ڪهڙي ڪبي،
جنهن رضا سڀ مجي ربي، ڏس بي حيائي شمر لعين سندي.

2. جي پائنين تہ راضي الله ٿئي، منو مير محمد شاھ ٿئي،
عين آل علي فقراھ ٿئي، تہ وٺ دامن دوست دارين سندي.

3. چئو ياحسين ۽ چئو ياعلي، سڀ نبي چون تا غوث ولي،
تہ حب حسين جي آهي ڀلي، تنهن سيد صاف سقلعين سندي.

4. ولي بخش ڪيم وسارج تون، پيو هردم غم ۾ گذارج تون،
سردار سيد کي سارج تون، رک طلب تنهن طرفين سندي.

## ڪافي 3

تل: ڪريو مومن ماتام مهندار سندو، هردم حسين سردار سندو.

1. ڇا خون حسين جو برکت ٿي، صلوات سيد تي رحمت ٿي،
قاتل حسين جي تي لعنت ٿي، جو دشمن ٿيو دلدار سندو.

2. جنهن کي غم حسين جو ناهي اصل، سو تہ يزيد جو آهي نسل،
بي حيا بچڙو بلڪل، ٿيو دوزخ مکان تنهن مردار سندو.

3. جيکي حب حسين جي تا رکن، پروانہ تي پڙ ۾ پچن،
ڪهڙي قيامت آ ڪاڻ تن، جن غم آهي غمخوار سندو.

4. آئون سو صلواتون سلام چوان، مٿي آل نبيءَ امام چوان،
جنهن کي ٻيئي جهان انعام چوان، آهيان طالب تنهنجا تاجدار سندو.

5. امامن لاءِ او ساريان، انهي غم ۾ شال گذاريان،
هنجهون هئہ هئہ هميشہ هاريان، ڏيندا پوش پناھ پينار سندو.

6. علي اڪبر شاھ هو همشڪل، محمد منو جيئن جڻ مرسل،
سو بہ ڪفارن ڪيو قتل، پوٽو عليءَ حيدر ڪرار سندو.

7. علي اصغر شاهہ صغير سان، ڪئي ڪيڏي موذين مير سان،
سو بہ شهيد ڪيائون تير سان، اولاد اڙين آذار سندو.

8. حامي حسيني يار هو، گوهر غازي غمخوار هو،
سورهيہ سپهہ سالار هو، تنهن عباس علمدار سندو.

9. آئي نائين محرم ماهہ جي، سڄين سيج رهي قاسم شاهہ جي،
اچي مرضي ٿي اها الله جي، ڪريان ڪهڙو بيان قربدار سندو.

10. هلي حر آيو منجهان قرب ڪاهي، سڀ سورهيہ سانگا سر جا لاهي،
چيائين سر صدق سو وار آهي، تنهن قولَ پاريو اقرار سندو.

11. سڀ هئا بهادر باوفا، سر تي سٺئون ڪيڏي جفا،
تي شان ان جي ۾ شفا، ڏيندا دان مون کي ديدار سندو.

12. ولي بخش تي اهي وڙ ڪندا، جو ديدار لاءِ آهي سوالي سندا،
پوري ڪندا اها من جي مُدا، اهو چوڻ آهي محب مننار سندو.

فقير ولي بخش سائين عليہ رحمة جن جي وصال بعد سندن اڪيلو فرزند فقير ولي محمد سائين عليہ رحمة جن درگاهہ جا سجاده نشين ٿيا. ڪين پنهنجي والد سان بي انتها محبت هئي پاڻ سندن جدائي برداشت ڪري نہ سگهيا، ۽ ڏيڍ سال ڪن جي قليل عرصي ۾ ئي تاريخ 25 رجب 1405هہ 17 اپريل 1985ع تي وصال ڪيائون ڪين اسين ٽي فرزند آهيون. فقير محمد بخش 'ضامن'، فقير لطف علي، فقير خادم علي، مون کي پنجن فرزندن جو اولاد آهي، (1) فقير ولي بخش (2) فقير ولي محمد (3) فقير اعجاز علي (4) فقير فياض علي (5) فقير محمد طلحہ عرف فقير رياض علي. لطف علي فقير کي ٻہ فرزند فقير اياز علي ۽ فقير عرفان علي آهن. امام پاڪ جا مڙئي حبدار اسان مڙني لاءِ دعاگو رهن تہ الله سائين اسان کي ڪامياب ڪري ۽ امام پاڪ جي سچي حب نصيب ڪري، آخر ۾ آئون مرشدنا قبلا مخدوم محمد امين فهيم سائين جن کي عرض ڪندس تہ پاڻ ان خاص نظرِ ڪرم سان نوازين. جيڪا وڏن کان وني ٿيندي آئي آهي ۽ خاص دعا ڪن تہ اسين فقير جا سچا ٻهاريدار ٿيون الله سائين فقير سائين جي نقشِ قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي. اسين جيڪي ڪجهہ بہ آهيون سو سڀ پنهنجي مرشد ۽ امام پاڪ جي خاص عنايتن جي طفيل آهيون، جيڪي وقت بہ وقت ٿينديون آيون آهن.

ٿينديون اچن ۽ انشاءِ الله تا قيامت رهنديون. جيئن فقير سائين جي هڪ ڪافي آهي تہ:

ڪوئي پاڻ وني ڪنهن کي پرني تہ اهو اوڪيءَ ۾ ان کي نہ ڇڏي
هوند هر حال ۾ سو همراهہ ٿئي، اهو جيتر جوان حيات جئي
تہ بہ سام سندي ڪنهن کي نہ ڏئي، توڙي سوليءَ تي بادشاهہ سڏي.

مون 1989ع کان باقاعده شاعري ڪرڻ شروع ڪئي آهي ۽ شعر جي ڪافي صنفن تي لکيو آهي، ڪتاب جي مناسبت سان هتي پنهنجيون بہ ڪافيون آخر ۾ ڏبيون. منهنجي مڙني اهلہ علم حضرات کي گذارش آهي تہ رسالي ۾ ڪي ڪميون رهيون هجن يا ڪي تجويزون هجن تہ آگاهہ ڪندا جيئن آئيندي ڇاپي ۾ خيال رکي سگهجي.

سرور تو سائين ٿئي، ساڻ مداحي منٺار
جنهن کي حب حضرت نوح فقير جي، تن ۾ آهي تار
ٻي حب حضرت حسين جي، هجي منجهہ وجود جي وار وار
يا پرور پاڪ دگار، اهي آسون اميدون پڄائيين

اهي ئي آسون اميدون پڄائيين، منهنجن پوٽن پڙ پوٽن
سي سدا هجن سنرا ۽ جڳ ۾ شال جيئن
اميدون اولاد جون شاديون اکين ڏسن
هجن هدايت پريا، منجهان مومنن
چڱيءَ نيت چون، ڪلمون محمد "صلعم" مير تي.

فقير محمد بخش ضامن

ڪافي

ٿل: تي مدد مشڪلڪشا، مشڪل مڙئي آسان ڪر،
درد ٿيا دل ۾ گهڻا، دارون سگهو درمان ڪر.
.1 عرض ڪيم ٻانهون ٻڌي، سگهڙو سٺين لهہ سار تون،
اي عيبدارن جا اجها، مون تي اهو احسان ڪر.
.2 حال منهنجي جي حقيقت، معلوم توکي آ مڙئي،
دشمنن تي دهشت سان، هيڪر اچي دهمان ڪر.

3. سڀ مخالف مات ڪر، تہ خارجي جيڪي ڪسن
هت هُت حمايت مون سندي، هاڻ عليؑ الاعلان ڪر.
4. ٿي جلد واهرو وسيلو، ڪانہ توريءَ ڪا ڳلي،
مهر ضامن تي ڪري، امداد عالي شان ڪر.

## ڪافي 2

ٿل: تڏهن ڳوڙها اکين مان ڏاڍا ڳڙن، جڏهن ڪربلا جون گهڙيون ياد پون.
1. هو شان شاهي حسنين جو، ثاني سندس نہ ڪو ٿيو،
هيڏو انهيءَ تي قيس ڪيو، ناحق اچي تن ظالمن.
2. ڪوفين ڪي هئي دل ۾ دغا، واعدا ڪري ٿيا بي وفا،
هاڻ تن تي سؤ سؤ دفعا، تہ مومن مڙئي لعنت مجن.
3. يزيد ۽ مروان بئي، ٿيو شمر سو شيطان پئي،
۽ طرفدار ان جا سيئي، شل دوزخ سندو ٻارڻ ٿين.
4. جن هو امام ڪي رنجائيو، ڪربلا جو قيس ڪرائيو،
انهن ڪي ملائڪ وراڻيو، تہ باهہ ۾ هر هر هڻن.
5. مومن اها ٻڌيو خبر، ڏينهن راتيون هارين جر،
ٿين پاڻ ڪان تہ بي خبر، دل ۾ درد جا دونها دکن.
6. اها آس آهي من ۾ مدام، ڪن من غلامن جو غلام،
ڪريان عرض ٿو صبح و شام، شل ضامن اها امداد ڪن.

خادم الفقراه

**فقير محمد بخش 'ضامن'**

سجاده نشين درگاهہ حضرت منٺار فقير سائين رحمۃ اللہ عليہ

ڪاٺي P.O تعلقہ ڪپرو ضلعو سانگهڙ سنڌ

ڪليانڻ

ٿلهه: حق الله، حق محمد ميان، حق جو نور ٿيو نروار.

-1 حديثـون پنجتنن جـي بـاب، چيـون حضـرت نبـي جنـاب،
پـاڪدامن جومنجهه حشر حساب، ٿينـدو احسـان مٿـي سنسـار.

-2 اول "امـام علـي" اظهـار، ٻيـو "امـام حسـن" حقـدار،
ٽيـون "امـام حسين" سـردار، چوٿـون "عـابدين" سچو سچيار.

-3 پنجـون حضـرت "محمد بـاقر"، ڇهـون "جعفـر صـادق" سـرور.
سـتون "موسـيٰ" ڪـاظم منـور، ۽ اٺـون "علـي رضـا" اظهـار.

-4 نـائون "حضـرت تقـي" امـام، ڏهـون نرمـل "نقـي" جـو نـام،
يـارهون "عسـڪر" عليـه السلام، ۽ ٻارهون "مهدي" ملڪ مختيـار،

-5 جيڪـي ٿيـا غـلام سـندن گـولا، لٿـا پـوءِ تـن مٿـان پـولا،
سي آهـن منهنجـا اجهـا اولا، هـيءَ ٿومـدح سـندين چـوي "منٺـار"

ٿلهه: 'محمـد' يـا 'علـي حيـدر'، ۽ 'حسـن' 'حسـين' يـاد ڪرتـون.

-1 "زيـن العـابدين" ۽ "بـاقر"، رڪـنج جـيءَ جـان ۾ "جعفـر"،
"موسـيٰ ڪـاظم" مٿـو منـور، سـي دلئـون دن ريـن يـاد ڪـر تـون،

-2 ۽ "علـي رضـا" اڪمـل ڪـي، "تقـي"، "نقـي" نرمـل ڪـي،
"عسـڪر" مير مڪمل ڪي، اهي والي ڪونيـن يـاد ڪـر تـون.

-3 "مهدي امـام" رک مـن ۾، طلـب ڪـر تـات تنهـن جـي تـن ۾،
اينـدو اخيـر جـي سـن ۾، سـو اُجـاريندڙ عيـن يـاد ڪـر تـون.

-4 تـون رک "منٺـار" حـب تـن ڏي، علـي جـو دسـتار آيـو جـن ڏي،
ٻيـا ئي غير ڪـي ٻـن ڏي، ٻـي وجـائي سـاري غيـن يـاد ڪـر تـون.

ٿلهه: خدا جي ڪارخاني ۾، عليءَ جي مختيار ڪاري آ

-1 مـدت منهنجـي علـي الله، ڪـرم الله وجـه الله،
خـدا جـو شـير اسـد الله جنهـن جـي دلـدل تـي سـواري آ.

-2 حمـايت هـي علي حيـدر، سـاقي جيڪـو حـوض هـي ڪوثـر،
ڪٽيـو جنهـن ڪـوٽ هـو خيبـر، تنهـن جـي فتحـداري آ.

-3 خبـر هـن حـال منهنجـي جـي، انـدر احـوال منهنجـي جـي،
گـذر ۽ خيـال منهنجـي جـي، تنهـن ڪـي معلـوم سـاري آ.

-4 تنهن جي مجي "منٺار" غلامي ٿو، موليٰ علي جي مدامي ٿو،
ڪري سيد جي سلامي ٿو، ٻولي ٻانهپ برداري آ.

ٿلهه: حسن حُسين پٽ حيدر، مون کي موليٰ ملائيندو!

-1 ٽيان ٻانهون اڳيان تن جي، ادب ۾ آءٌ امامن جي،
الله سائين هتان اُن جي، ڪَـدهه ڪوثر پِلائيندو.

-2 مون کي آهي طلب ڏهون تن، ڏسان من شال ڪي پرين،
الله ڏيندوم سک سندين، انهيءَ حُب ۾ هلائيندو.

-3 شيطاني شر ڪنان مالڪ، رکي وٺندم خدا خالق،
جي ڪم ابليس سان تعلق، مالڪ ان کان بچائيندو.

-4 مطيع "منٺار" آهي جن جو، طالب تحقيق ٽيو تن جو،
سڪندڙ سونهن سندين جو، الله آسون پڄائيندو.

ڪلياڻ: تار چٽنچل

ٿلهه: يا شهنشاهه شيرِ خدا، ٿِيءُ مدت دلدل جا سوار.

-1 يا علي موليٰ علي! منهنجي تو بغير ناهي ڳلي،
لا فتيٰ اِلا علي لاسيف اِلا ذوالفقار،

-2 شاهه تون، درياهه تون، علي وَلي الله تون،
هر انبياءِ همراهه تون، ننگڙو سچاٽج نامدار!

-3 مون غرض ڪر غمناڪ جو، تون صاحبِ لولاڪ جو،
تون هٿ آهين حق پاڪ جو، اي ساقي ڪوثر مختيار!

-4 مون آزي عرضدار جي، تون سڻ سدا پينار جي،
اچي مارَ تي "منٺار" جي، يا حضرتا حيدر ڪرار!

ٿلهه: مون کي ڏي مدد موليٰ علي، سائين واسطي الله جي.

-1 دلدل جو آهين هسوار تون، ۽ حيدر ڪرار تون،
منهنجو تيُ اچي آذار تون، نيازِ رسول الله جي.

-2 انمبين کي توهو اُجاريو، اسلام ظاهر ڪاريو،
ڪُل ڪفر تو ماريو، ساڻ هڪل هيبت الله جي.

3- تو سيباڻو سبحان کي، ڏنئي عقيدو ايمان کي،
تو ڪنبايو ڪفران کي، آڻي رند بيھاريئي راھ جي.
4- تون ڏي مدد "منٺار" کي، تنھنجي پان پٽ مڱڻھار کي،
پنھنجي در سندي پينار کي، محابي محمد شاھ جي.

ٿلھ: رب! شھادت ڪر نصيب، مون کي نيت يا حسين،
1- يا خدا! سڻ سوال تون، ۽ سوال سڻ ڪر پال تون،
مون کي ڏي حلاجي حال تون، حرمت حضرت ڪونين.
2- عاشقن جي مطابعت، سا بخش ھادي! مون ھدايت،
ڪر نصيب سا نعامت، پيا گھران ٿو ڪاڄ ڪين.
3- ڏي شھادت ڪر پلائي، سڻ عرض منھنجو الاھي!
۽ پال ڪر اھا پلائي، تہ مھند مُرڪن منھنجا نين.
4- سڻ عرض "منٺار" جو، اڄ مون عيبندار جو،
مقصد اھو پينار جو، سائين! سڻ ھدا سنديم سين.
تلنگ تار ڪلواڙو
ٿلھ: حسنين جو ٿي حُبدار مومن! حسنين جو ٿي حبدار،
تہ مُرڪين پوءِ سياڻي محشر ۾.
1- جو دشمن مير حسين جو منڪر، تنھن تي قھار ٿيندو رب قادر،
پيندس ڪين ضمان پيغمبر، تنھن کيٰ تا ڪوٺن لقب ڪفار مومن.
تنھن کي تا ڪوٺن لقب ڪفار، اُن جي جھنم جاءِ سڙي ٿو سقر ۾.
2- جنھن کي حُب حسنين جي آھي، تنھن لاءِ دوزخ جو نالو ئي ناھي،
اُتو جاءِ جنتِ فردوس ۾ ناھي، ڪر اھو يقين اعتبار مومن!
ڪر اھو يقِين اعتبار، وسھج پاڪ خدا پرور ۾.
3- جڏھن مخفي مام الله جي آئي، تڏھن شاھ حسين شھادت پائي،
سا ھٿ ڪيائين سوغات بقائي، اھو بہ عبرت جو اسرار مومن!
اھو بہ عبرت جو اسرار، ٿيو ذاتي ذات ھڪ ئي نور نظر ۾.
4- ٿي "منٺار" اصل اُنھن جو، سڪندڙ پياسي پنج تنن جو،
سوالي رھ ديدار سندن جو، ٿيءُ ظاھر باطن زوار مومن!
ٿي ظاھر باطن زوار، تہ ڪندئي لائق، رکندئي پنھنجي لشڪر ۾.

ٿلهه: مون کي من ۾ آس مدام، سائين! مون کي من ۾ آس مدام،
ٿي حُبدار حسين جي، هجان لشڪر ۾.

1- أنا احمد بلا ميمي، روحڪ روحي دمڪ دمي،
لحمڪ لحمي، جسمڪ جسمي، اُن جو جدا جدا ذريل نام، سائين!
اُن جو جدا جدا ذريل نام، هونئن هڪڙو حق ڏس ته حديث اڪر ۾.

2- حق ذات مان ذات ظهور ٿياسي، موليٰ وٽ منظور ٿياسي،
حق نور منجهان نِج نور ٿياسي، آهن اُن تي صلوات سلام سائين!
آهن اُن تي صلوات سلام، جي پنجتني پاڻ پهريائين چادر ۾.

3- حُبدار حسين جي تي رحمت الله جي، بغضدار حسين جي تي لعنت الله جي،
سچي سا حديث رسول الله جي، اهو نبي ڪريم جو ڪلام، سائين!
اهو نبي ڪريم جو ڪلام، ويسهه آندم پيغمبر ۾.

4- ڪي صاحب ڪن جا پير پيارا، ڪي صاحب ڪن جا آهن سردارا،
شايد هوندا اُن حاڪمن ڏي اُهي حبدارا، آهي منهنجو محبوب امام سائين.
آهي منهنجو محبوب امام، جو ٽيڙو شهيد ڪربلا جي سفر ۾.

5- چٽي "منٺار" مراد اهائي، آهي منهنجي ويسهه واري اعتقاد اهائي،
من بخشي امام امداد اهائي، آءُ ٿي گذاريان سندس غلام سائين!
آءُ ٿي گذاريان سندس غلام، توڙي هِتي، توڙي هُتي محشر ۾.

ٿلهه: حَسن حسين جي لاءِ هاءِ، ميان حسن حُسين جي لاءِ،
ڪرڻ سَر قربان مناسب.

1- جنهن کي حُب حُسين جي ناهي، اُهو آدم انسان بہ ناهي،
اُهو اوُلاد يزيد جو آهي، جي پڙهي قرآن سٽاءِ هاءِ ميان!
جي پڙهي قرآن سٽاءِ، تہ بہ چوڻ نہ تنهن کي مسلمان مناسب.

2- هنجهون مير حسين لاءِ هارج، سور سيد جو ڪيم وسارج،
غم انهيءَ ۾ گوشت ڳارج، آب اکين مان وهاءِ اهاءِ ميان!
آب اکين مان وهاءِ، ڪرڻ اهو ارمان مناسب.

-3 صدق شاهہ حسين تان ٽڄي، ساهہ پساهہ نيت تنهن ڏجي،
پيالو شهادت وارو پئجي، سر اوڏهون اُڇلاءِ هاءِ ميان!
سر اوڏهون اُڇلاءِ، ٽيڻ پتنگ پروان مناسب.

-4 اي "مننارا!" مرد جي ٽيڙا، سي پرزا ٿي پڙ ۾ پيڙا،
حيف حياتيءَ جا هي ڏينهڙا، جيئڻ نہ تو کي جڳاءِ، هاءِ ميان!
جيئڻ نہ تو کي جڳاءِ، ڇڏڻ هي جهان مناسب.

ٽلهہ: هن مهل ۾ مولَيٰ علي علي سائين! هن مهل ۾ مولَيٰ علي،
اڇي مشڪل ڪاٽ مون مسڪين جو.

-1 ٽا ڪسن خارج هيل هچارا، ٿي پشتي پُٽ پنهنجي تون سگ پارا،
آءٌ هتي، هُتي تو حيدر ڏارا ٽو ڳوليان ڪانہ ڳلي ڳلي سائين!
ٽو ڳوليان ڪانہ ڳلي، تون آهين ڏٽي ۽ مالڪ، رسول جي دين جو.

-2 مون کي اُجهو اولو اوٽ اوهان جي، تاري اٿم تحقيق توهان جي!
تون سيڪنهن اوکيءَ ويل اسان جي، ٿي واهر وارث ولي ولي سائين!
ٿي واهر وارث ولي، مون کي تو منجهہ ويسهہ دل جي يقين جو.

-3 جو تنهنجي دروازي جي سگ جو دشمن، رکي رقيب جو ظالم ٽو ظن
سو ڪر پَسم ترت ٿي ٽٽي رهزن، تنهن هڻ تڙيل ڪي تلي تلي سائين!
تنهن هڻ تڙيل ڪي تلي، تہ لهي غم مون ويچاري غمگين جو.

-4 تنهنجي ميراثيءَ مگڻهار جي، پينوءَ ويچاري، پَٽ پان پينار جي،
۽ هاڻ هتي پوءِ مهند "مننار" جي، ڪر سيڪا ساعت يلي يلي سائين!
ڪر سيڪا ساعت يلي، ٽو آءٌ هي لفظ چوان آمين جو.

ٽلهہ: هئي هئي مير حُسين جي ماتم ڪئون،
ديءِ ملڪ روَون انسان سوين.

-1 شمر لعين، بي ايمان نادان آهي، جنهن شاهہ حسين شهيد ڪيو،
تنهن کي لعنت ٽا لک ملڪ ڏين، منجهہ فلڪ سڀ ڪنهن آسمان سوين.

-2 ڪربلا جو هنگام قيام ڏسي، هئي هئي حورن ڪيو هو ماتام ادا،
سارا انبياءُ نبي منجهہ بهشت جنت، اهو غم ٽا رکن غلمان سوين.

-3 محمد مير موسيٰ نبي كليم الله، ابراهيم ۽ نوح نبي الله،
کن ٿا گريو غم، رت روز روُن، حضرت آدم ڪيا ارمان سوين.
-4 چئيِ "منٺار" سوءِ وار صدقي، جند جان قربان شهيدن تان،
ان سور ڪَنئون، لک پور پون، مون کي قلب هينئڙي ۾ ڪان سَوين.

تلهه: هيءَ هيءَ نيت امام حسين جي، سِر پنهنجو ڏيڻ مناسب يار اٿئي،
-1 ڇڏ حرص دنيا جي هوَس کي، ڇڏ لذت سڪن جي سانگن کي،
طالب موليٰ جو مذڪر، ايءَ حديث چئي سردار اٿئي.
-2 عاشق مرڻ قبول ڪري، آيا پِرت منجهان پنهنجا پير پري،
پوءِ مرد اُهي منظور ٿيا، جن جا سوريءَ تي سِر ڏار اٿئي.
-3 اچ تون! رضا منجهه راضي ٿيءَ ڪٽي پتنگ بهادر غازي ٿي،
جي تون منو سر ساهه ڪندئين، تان پوءِ محبت منجهه ميار اٿئي.
-4 وقت ويل هٿ ڪين اچي، ڪو ڪروڙ پدم لک سوءِ خرچي،
جنهن ۾ تنهنجو رنگ صاف رچي، اُها مهل اُها "منٺار" اٿئي.

ڪيڏارو تار چٽئچل

تلهه: ڪندو بات بندو ڇا بيان جي،
شهيدي شاهه حسين جي شان جي.
-1 ڪا جا ڏٺيءَ ڪوئنين جي، ثابت سيد ثقلين جي،
حق ۾ حسن ۽ حسين جي، تعريف ڪيل جلشان جي.
-2 هو ذاتي مليل ذات ۾، اعليٰ ارض السماوات ۾،
جنهن جي عزت ڪل آيات ۾، هلي معنيٰ ڏسو قرآن جي.
-3 جڏهين ايندي ويل قيام جي، تڏهين اڪ اُپٺي عام جي،
پوءِ ڏسندا عزت امام جي، جڏهين ٿيندي مهل ميزان جي.
-4 اُن جا چوندو مناقبا "منٺار" ڇا، چوندو سارو جڳت سنسار ڇا،
ڪندا شاعر ٿي شمار ڇا، جن جي طاقت ناهي ڪا زبان جي.

تلهه: ڪر غم حسين امام جو، جو پيارو محمد ڄام جو.
-1 جنهن جو غم حضرت رسول کي، تنهن موليٰ جي مقبول کي،
ڏک بيبيءَ پاڪ بتول کي، آهي ڪاڙهو روز قيام جو.

-2 جنهن لاءِ حوررون پريون هيءِ هيءِ چون، رت روز راتيو ڏينهن رُئن،
سارا انبياءِ ارمان ڪن، ڪن ملڪ هُل ماتام جو.

-3 پنهنجي دل ڪجاڻ درياف ۾، تہ مالڪ چيو آهي مصحف ۾،
چٽندو عالم سندس اوصاف ۾، مون ڪي قسم رب جي ڪلام جو.

-4 اي "منٺار" تون جيتر جيئن، تہ گھُر الله وٽان ائين،
۽ پوءِ پاڙيسي من ٿئين، تنهن ڪربلا جي مقام جو.

تلهہ: تڏهين دل اندر فرياد ٿئي، جڏهين ڪربلا جو ڏينهن ياد ٿئي.

-1 جهڙ اوڪي حُسينڻ سان هئي، تهڙي نہ سختي ڪنهن سُئي،
اهڙي رُوئڻ رُج ۾ رُهي، نابي عدل بي داد ٿئي.

-2 جي مير محمد جا منا، هئا ڏيهہ ساري جڳ ڏنا،
تيئن ڪل نہ ڪي ڪونڌر ڪُنا، تيئن ڪو ناقبيلو باند ٿئي.

-3 اجا هَئي هَئي پيو ڪريان هتي، جو تن لاءِ تڪا ٽيس نہ تتي،
۽ ملڪيت يتيمن جي جتي، لُٽجو ناحق برباد ٿئي.

-4 آهي "منٺار" جو مقصد ميان تہ پيالو شهادت جو پيان،
حَسنين جي حملي ۾ تيان، شل مون تي اِها امداد ٿئي.

تلهہ: شهزادا شاهہ حسين جا، ڪنا ڪربلا منجھ ڪافرن،
امام ڪي اوٺيهہ سوءَ، تن زخم ڪيا هئا ظالمن.

-1 هئي هئي حسين فقير ڪي، موذين ڏتاريو مير ڪي،
۽ آنڊائون امام امير ڪي، لکي ڪوڙا ڪاغذ ڪوفين.

-2 پيئي من ۾ بي مرادڪي، ڪيائون قابو نديءَ فرات ڪي،
لڳي اُڄ عليءَ جي اولاد ڪي، جو پاڻيءَ بنا جيرا جلن.

-3 لشڪر يزيدي هئا گھڻا، جيئن مثل واريءَ جا ڪڻا،
هُئا امام ٻاهتر ڇڻا، سَوَ لک ڪُنا تہ ٻہ سورهن.

-4 جي لشڪر يزيد بي ايمان جا، هئا حافظ ڪلام قرآن جا،
سڏايو اُمتي آخر زمان جا، ڪن ڪيس ۽ ڪلمان پڙهن.

-5 جنهن جو جبرئيل هو دايو، جنهن ڪي نبيءَ پاڻ نپايو،
تنهن تي شمر خنجر وهايو، لک لک هجي تنهن لعنتن.

6- جڏهن الله محشر جو ڏينهن تپائيندو، تڏهن رب رسول کي سڏائيندو،
سو اڇي بيبيءَ کان خون بخشائيندو، تڏهين اُمت ڇٽندي کان دوزخن،
7- "منثار" ڇٽي ماتم ڇوان، ڏينهن رات پرين لاءِ روئان،
پنجتن جي پاسي شل هئان، مهندان هميشه ٿون مالڪن.

ٿلهه: جي هئي حسين ڪري ويا، اُهي عاشق پنڌڙو پري ويا.
1- غم انهيءَ ۾ منصور هو، جنهن کي شاهه حُسين جو سُور هو،
ٿيو مقصد سندن منظور هو، تڏهين سُوريءَ تي سرڙو ڌري ويا.
2- اِن افسوس ۾ عطار هو، جنهن کي غم انهيءَ جو ويچار هو،
سِر ڏيڻ تي هموار هو، اَڇي عشق جي ۾ آري ويا.
3- هيو شمس شاهه تبريز هو، جنهن کي غم حُسين جو تيز هو،
پنهنجي الله سان آميز هو، تڏهين حق وارا هوڪا پري ويا.
4- ڪيو اِن سوز صوفيءَ سِر جُدا، جنهن اُجلي ڏنو نام خدا،
ٿيو سندن مقصد مَدا، جو پالي تي غزل گَهڙي ويا.
5- ائين مجنون ڪيئن مستان هئا، اُن درد ۾ ديوان هئا،
ان جوش ۾ سي جوان هئا، ٻر ٻر جيئن باهه ٻَري ويا.
6- اي "منثار"! اهڙا هزار هئا، جي مُلڪ ساري ۾ سُئا،
سَوَ پيا ڳڻن پُوڇين پوئا، جي محبت انهيءَ ۾ مري ويا.

ٿلهه: اِمام کي ڪيو اَمر الله، تڏهين ڪُسڻ آيو هو ڪربلا.
1- لاءِ حسين فقير هيءَ، هئي لکيءَ تقدير هئي،
سا ڪئي قبول امير هئي، جيڪا گهُري رب جَل جَلا.
2- هو ارادو الله ڪريم کي، سو سيباڙو سيد سليم کي،
ڏنا ڏک يار يتيم کي، سورن جا سِر تي سر سلا.
3- ٻڌي جبرائيل ملائڪ کان، رُنو فاطمه فراق کان،
تڏهين جواب ٿيو رب پاڪ کان، تہ حسنين لاءِ ٿيندا جر جلا.
4- گهر "منثار" حب حسنين جي، جن کي بادشاهي ڪوئينن جي،
ڪر صدا هيءَ ڏينهن رين جي، پنجتن اڳيان پائي پَلا.

تلھ: جنھن کي نبيءَ پاڪ نپايو، تنھن کي ڪافر ڪيئن ٿي ڪُھايو.

1- لک لعنتون يزيد کي، ڏيو عامر ۽ ٻي عبيد کي،
هجي لعنت شمر شديد کي، جنھن خارجي خنجر وھايو.

2- منجھہ ظاھر مسلمين ھئا، پيغمبر جي پاسي ڪين ھئا،
اُھي بي رحم بي دين ھئا، جن رسول جو روح رنجايو.

3- ھو ڏوھٽو حضرت رسول جو، فرزند علي مقبول جو،
ھو پيارو بيبي بتول جو، پٽ معاويي جي مارايو.

4- اي ”منٺار“ ھن ماتام جي، آھي ڪل سچن کي قيام جي،
جن کي حب حسين اِمام جي، تن کي آرام نہ آيو.

راڳو: تار ڏاڏرو

تلھ: ڪربلا جي ڪا خبر ڪبوتري ڪئي،
فرياد يا رسول! ھڪل تنھن اچي ھنئي.

1- تنھن پکڙاتون پکيءَ جون، ھيون رتيون رت ٻئي،
ٻولي ھاءِ حسين جي، اچي لات تنھن لَئي.

2- پرولي تنھن پکيءَ جي، جان پروڙيئون پيئي،
تہ سيد شير شھيد ٿيا، ۽ ڪري رڪ رئي.

3- پوءِ ڪٽي ڏناٺون خاڪ سا، جا رسول ويو ڏيئي،
تان برابر خون ٿي، جيئن چاڳلي چئي.

4- ٿي قاتل جھلي ڪانہ دھشت، شاھ جي دئي،
پوءِ متو ڏنائين ”منٺار“ چئي، نماز ۾ نئي.

تلھ: مدام ڪريو مومنا! افسوس امامن جو،
تہ ڪربلا ۾ ڪيئن ٿيو ھو ڪوس اِمامن جو.

1- محمد مير يا رسول، پناھ پوش امامن جو،
يا حيدر قرار، ھمٿ ھوش امامن جو.

2- يا حضرت عباس جگر گوش امامن جو،
۽ حُرُ ھدايت ويو وٺي، ٿيو دوس امامن جو.

-3 ويو جهنم منجهہ يزيد تڙيل، ڏوس امامن جو،
۽ جنت جاءِ ٿيو مڪان، سو فردوس امامن جو.
-4 ”مننار“ ڪي مدام جاڳي، جوش امامن جو.
گهٽو آسرو اٿم وڏو، سوس امامن جو.

تلهہ: دل اڪين سان جن ڏٺو امام جو عَلم،
تن ڪي ڪين وسرندو ميان! ڪربلا جو غم.
-1 ارواح تن عاشقن جا جيئڙا نہ جم،
جن ڪي داغ درد جو، آهي من متي ماتم.
-2 عاشق لک امام جا، ڪروڙيون پدم،
سي چون صَلوات صلي الله عليه وَسلم.
-3 مصلحت موچاري مون ڪان، ۽ ڪي پڇن جي ڪم،
چوان تہ حب چڱي حسين جي، ڪريم جو قسم.
-4 ”مننار“ ڪي مدام، اها آسڙي عزم،
شل نوڪري نصيب ٿئي، حسين جي هردم.

تلهہ: اصل ڏينهن الست جي، امام ڪيو اقرار،
تڏهين ڪربلا جي ڪُسڻ لاءِ، حُسين ٿيو هموار.
-1 طاقت ذرو تِر جيترو، نہ يزيد جو اختيار،
اها ڳالهہ هئي مخفي ڳجهي، رڳو عشق جو اِسرار.
-2 حُسين ڪي حق تي ڇڪيو، هو ابليس جو تڪرار،
هو وجي ذات ۾ ذاتي ٿيو، همت وڏي هوشيار.
-3 اُن جُوءِ ۾ شيطان دشمن، ڪونہ هو ڪفار،
جتي معراج مردن تي ڪيو، هو دوست جو ديدار.
-4 تنهن سدائين سردار جو، هي منگتو ”مننار“،
هو فيض جو ڪارڻ اسان، سرور سخي ڏاتار.

آسا: تار تين تار

ٿلهه: مون سان ٿي همراهه علي حيدر تون! نيازِ نبي ۽ نامِ الله،
مون ٻڌندڙ کي ٻيڙيءَ تي چاڙهي پار اُڪارج منجهوئن اوڙاهه.

-1 رکيم آس اُميد اوهان ڏي، ٻي نه منهنجي واهه واهه،
ٿو پانيان دل ۾ ته تيندي مون ٽڪل تي، پنجتنن جي پاڪر پناهه.

-2 ريءَ حب تنهنجي هن دنيا ۾، ٿيڙا هزار گهڻا گمراهه،
ٻيا حُبدار هتان تنهنجي، سوين سڌريا اُهي ٿيا غوث قطب عارف اولياءُ.

-3 منهنجو ٿي اُستاد ڪري امدادي، اي علم باطوني جا علماءُ،
سوئي سبق پڙهاءِ ته صاحب رب وٽ ٿيان، منظور ڏٺيءَ جي درگاهه.

-4 آهي "منٺار" مداحي تنهنجو، سوالي سائل سنجهه صباح،
مون تي حسن حسين امام جي صدقي، ڪر ڪا نواز جي نظر نگاهه.

ڪانرو: تار ڏاڏرو

ٿلهه: سرڪار خدا جيءَ جو، تون مختيار ياعلي!
ٿي حمايت مون سندي، هر وار ياعلي!

-1 'لا فتاح الا علي' حديث رسولي،
'لاصيف الاذوالفقار' تنهنجو هٿيار، ياعلي!

-2 تون شير خدا جو صفدر آهين اسد الله،
تون آهين دُلدل مٿي هسوار، ياعلي!

-3 تون ساقي ڪوثري آهين، يا حيدري قرار،
۽ ڪُل ولين جو تون آهين ڏاتار، ياعلي!

-4 هيءَ عرض اوهان کي ڪري، حبدار حسيني،
سو تنهنجو، پان گهري دان، ٿو "منٺار" ياعلي!

ٿلهه: سرتاج وَلين جو، تون سلطان ياعلي،
ڪر سگهو مشڪل منهنجو آسان، ياعلي.

-1 مَلڪ جبرائيل جو، اُستاد تون آهين،
۽ ڪُل پيغمبر جو تون نگهبان، ياعلي.

-2 آهي قول محمد جو، 'لحمڪ لحمي' لاءِ اوهان،
تہ جسم جان هيڪڙو، ناهي ٻيو گمان، ياعلي.
-3 'قوتِ پروردگار'، لقب تنهنجي لاءِ،
تون شير يزدان، شاهہ پهلوان، ياعلي.
-4 آهي "منٺار" مداحي تنهنجو، ۽ جبدار حسيني،
سو تنهنجو پان، گهري دان، ڏي ايمان، ياعلي.

ٿلهہ: يا محمد! يا علي!، حسنين سر جا ڏاتار ٿيا،
-1 اردالسموات آسمانن، سونهن سي سينگار ٿيا،
سج چنڊ تارا ۽ ڪتيون، تائب سندن تڪرار ٿيا.
-2 عاشق ۽ معشوق رب، لقبن ٻنهي مختيار ٿيا،
پوءِ رضا رب جي قبولي، حق سين هموار ٿيا.
-3 انا احمد بلاميمي، اهڙي مثل اِظهار ٿيا،
لحمڪ لحمي، جسمڪ جسمي، خود اهو اِسرار ٿيا.
-4 "منٺار" چئي محبوب سي، ساقي سندم سردار ٿيا.
نبين ولين قطبن جا، مهڙ سي مهندار ٿيا.

ٿلهہ: آهيان سوالي محمد يا علي، حسن ۽ ٻئي حسين جو.
-1 سجاد زين العابدين، باقر، اوجر عينين جو.
جعفر، ڪاظم علي رضا، تنهن نور نبيءَ جي نين جو.
-2 تقي، نقي، اصغر علي، مهدي ڏٺيءَ دارين جو.
دستار جن تي آئيو، سيد الثقلين جو.
-3 شافي محشر جا اُهي، آهن رهنما دن رين جو،
ساقي لقب جن کي مليو، آهي ڪوثر ڪوئنين جو.
-4 آءٌ مطيع اُن جو آهيان، ۽ لائق نقطو غين جو،
"منٺار" مگڻهار ڪيو، سوال سڻندم سَين جو.

ملاري: تار تين تار

تلھ: حسن حُسين جي لاءِ هاءِ! عرش زمينون آسمان سڀ رُئن،

1- بادل روئي آگم سارو، گوڙ حسين جو آهي، نغارو،
خود آب الله وهائي هاءِ!، متيان ملڪ مڪان سڀ رُئن.

2- رُئن حسين لاءِ نبيءَ نرمل، سور انهيءَ ۾ اڪمل مڪمل،
ساري روئن ٿي خلق خُداءِ هاءِ!، جملي جوڙ جهان سڀ روئن.

3- پکي پکڻ روئن سڀ ذاتيون، مَلڪ ماتامي روئن ڏينهن راتيون،
ڪَن وائي حُسينا، واءِ هاءِ!، افسوس انهيءَ ارمان سڀ رُئن،

4- حوران ٻه روئن، پريان ٻه روئن، يا حُسين جي ٻولي چوئن،
هت بهشت جنت جي جاءِ، هاءِ!، غم ۾ انهيءَ غلمان سڀ روئن،

5- جهنگل روئن وڻ ٽڻ سارا، سور حسين جي ڪيا سمونڊ سڀ ڪارا،
تنهن سهٽي سيد جي لاءِ هاءِ! اُپن سندا دربان سڀ روئن.

6- روئن سندن "منٺار" ماتامي، حسن حسين جي مجي غلامي،
جوئي پنبٽيون روز پُساءِ هاءِ!، جند جان اڪيون قربان، منهنجون روئن.

تلھ: محرم ۾ ماتام، افسوس امامن جو ڪريو زلزلو،

1- حيف هجن مروان شمر ڪي، دين ڇڏي جن ڪنيو ڪفر ڪي،
هئڙن نسل حرام، تڏهين آيا فوج ڪري غلغلو.

2- غم حسين جو شمس قمر ڪي، سور سمونڊ جي آهي بحر ڪي،
روئن تا مَلڪ مدام، ڪرسيءَ عرش ڪيو ترٿلو.

3- جيڪي نبي آهن فردوسي، ڪل جي ڪافر تي دل ڪوسي،
ڪن تا حشر هنگام، سور انهيءَ جو اتن سُرسلو.

4- چئي "منٺار" انهن جو آهيان، سندن ماتامي پيو سڏايان،
مون ڪي من ڪونين ڪري غلام، منهنجو ناهي انهيءَ ريءَ ٻيو ٻلو.

تلھ: ڪربلا جو ڏينهن، مومن! ياد ڪرتون.

1- علي جي اؤلاد تي، موليٰ وسايو ڏس مينهن.

2- شير شهادت رسيا، نيبهه تيئڙن نينهن.

-3 حب رکي حسنين ڏي صدقو سيد تان ٿيءَ.
-4 لاءِ محبوبن اي "منٺار"! مرڻ پيالو پيءُ.

تلھ: حسنين جي لاءِ ڪر هاءِ هاءِ ادا! سِر نام خدا جي اُجلاءِ، هاءِ هاءِ!
-1 حسين سچي جي پارئون، مَلڪن ٻـ ڏنيون اوچنگارون،
تو تي تـ هزار ميارون، جيڻ نـ تو کي جڳاءِ، هاءِ هاءِ!
-2 حسنين جي تون رھ غم ۾، ٿي ڪيم ڪچو انھي ڪم ۾،
دل دوڙ پنھنجي سڀ دم ۾، منهن مونن جي وچ پاءِ، هاءِ هاءِ!
-3 حسنين جي غم ۾ هوئج، هئي هئي تـ هميشہ چوئج،
ڏينھن راتيون تون نت روئج، ۽ اکين مان آب وهاءِ، هاءِ هاءِ!
-4 آدم ۽ حوا ٻئي افسوس ۾، سڀ نبي رو وَن فردوس ۾،
حورون ۽ ٻيون پريون جلن جوش ۾، خوشيون ڪلڻ تـ تو نـ رهاءِ، هاءِ هاءِ!
-5 سُڄن ڳالهيون امامن واريون، اهڙيون قيامتون ٻيون نـ ڪاريون،
سي ڪيئن تو "منٺار" وساريون، تنهنجي حيف حياتي اهاءِ، هاءِ هاءِ!

تلھ: هر دم افسوس امام جو، آيو محرم ماھ ماتام جو هاءِ!
-1 ڪربلا ۾ قيام ڪھاٽي، جتي شاھ شهادت ماٽي،
پليو هو پليتن پاٽي، ڏھئي ڏينھن تسيو طعام جو هاءِ.
-2 هاءِ هاءِ حشر ٿيو هولي، ياحسين ياحسين جي ٻولي،
پائي ملڪن سُوءِ جي چولي، ٿيو قضيو ڏينھن قيام جو هاءِ،
-3 ڪريو ياد عليءَ جي پُٽن ڪي، نبين ٻـ رُنو هو تِنکي،
۽ واجب آهي مسلمانن ڪي، تـ مَر رو وَن اَهل اسلام جو هاءِ!
-4 رَھ شاھ حسين جي سورَ ۾، وينٽي اُٿي وهلور ۾،
رھ ماتام جي مذڪور ۾، تو ڪي دم دشمن عيش آرام جو هاءِ!
-5 حُج حاڪم رب سان ناهي، جو اهڙا ڪوس ڪرائي،
تنھن سان ڪير ٻيو شراڪت ساهي، جنهن تي لقب تـ قهرئي نام جو هاءِ!
-6 "منٺار" روئج ڏينهن راتيون، تون هاڻ نـ گهرج حياتيون،
گهر موئت شهادت ڪاتيون، من ٻانهون ٽئين تون عليءَ ڄام جو هاءِ.

تلھ: هاءِ هاءِ! حسين زاري، سائين سڻ فرياد ياعلي،

-1 جيڪو والي تنهنجي مسند جو، پڳدار پيارو محمد جو،
هليو حڪم مجي خاوند جو، ڪربلا ۾ قيامت ڪاري،

-2 ڪر علي شاهه عدالت، تيءَ موليٰ شير مدارت،
هڻ لعين شمر کي لعنت، ڪر دُلدل تي هسواري.

-3 سڻ عرض سندم اولاٹون، تي دين شريف جو داڙون،
پٽ بيڪ ڪفر جون پاڙون، اسلام کي ڏي آڌاري.

-4 ”منٺار“ سنڌءِ مگٿهارو، تو ڪان پني هيٿن پينارو،
تہ مون کي حسن حسين هڪ وارو، سي امام اڪين سين ڏيکاري.

تلھ: قهري قهار تون آهين رب ڏاڍو الله جلشانا.
ڪربلا ۾ شاهه کهائي افسوس اٿم ارمانا.

-1 بيبيءَ سچيءَ جا پيارا دل دادلا دلدارا،
معصوم هٺا موچارا سي پٽون ڪرائي پروانا.

-2 حضرت علي جا فرزند ڪوڏئون نپايا محمد،
سي ڪوني کهائي خاوند آٽي ڪتڪ ڪفرانا.

-3 دل جاني نبيءَ جا جيارا سپ فوج جا سالارا،
اسلام جا تہ اوجارا اُهي صوبا مارائي سلطانا.

-4 ذڪريا نبي چيرائي يوسف مصر وڪٹائي،
يونس مجي منجهہ پائي بحرن اندر غرقانا.

-5 جيڪوئي تہ عالم اُپائي، تنهن کي ذائقو موت چکائي،
بيو باقي تہ ڪونہ بچائي هڪ تونهين بقائي صبحانا.

-6 تو جو نالو قهار سڏايو اُت پڳئي سين جو پانيو،
”منٺار“ ڳچي پاند پايو پري توبہ زاريون ۾ جانا.

تلھ: حسنين جي لاءِ حورون غلمان، عاشق مشتاق ملائڪ سپ،
ڏهئي ڏينهن ماهہ محرم جا تا تين، غمناڪ ملائڪ سپ.

-1 اهو افسوس انبين کي، منجهہ فردوس نبين کي،
ايءُ وڏو وهلور ولين کي، رٺن پنج تن پاڪ ملائڪ سپ.

-2 روئـي خـاتونِ جنت بتـول، رئـن مولـيٰ سـندا مقبـول،
۽ رُئـن رفيـق سـاڻ رسـول، منجهـ لـوُلاڪ ملائـڪ سـپ.

-3 بنـا لشـڪر يزيـد بـي ايمـان، پيـا رو وَن سـپ قـوم جـا سـلطان،
زمينـون ۽ مٿيـان آسمـان، عـرش افـلاڪ ملائـڪ سـپ.

-4 آهـي چـوڻ ڪـامل وليـن جـو، تـہ آهـي شـان شـهيدن جـو،
۽ اعلـيٰ اقبـال امـامن جـو، ڪـَنئون ميثـاق ملائـڪ سـپ.

-5 تـو پنهنجـا پرکـي اوزار رب عـالمين، پرکئـين اوزار يزيـد ظـالمين،
پرکئيـن اوزار حسـين صـابرين، آزمايـائين اخـلاق ملائـڪ سـپ.

-6 ايندي جڏهين ويل قيامت جي، ملندي موڪل اُن جي سبب شفاعت جي.
لهندي جتي سُوءِ خاتونت جي، ملندي ماتمين پوشاڪ ملائڪ سپ.

-7 ڪـري سـيد تـي صلـوات سـلامي، هـردم هـروار تـو مدامـي،
۽ روئـي تـو "مننـار" ماتـامي، منجهـ سـڪڻ فـراق ملائـڪ سـپ.

ٿلهہ: تنهـن عاشـق جو اقبـال الله ڇـاٽـي، جـو حسـينڻ سـرتاج عاشـقن جـو،
رکـايو رب پـاڪ جنهـن جـي سِـر تـي، اعلـيٰ ڇـٽ تـاج عاشـقن جـو.

-1 ٻُـڌو جنهـن تنـگ تـوُڪـل جـو، سـينگاري سـنج سـاج عاشـقن جـو،
-2 ٿـي رضـا تـي رب پـاڪ جـئي راضـي، قبوليـئي ڏڪ ڏاج عاشـقن جـو،
-3 ٿـي صـابر ايـوب ڪـئـون بـہ سـرسـو، سـو رکيـائين رواج عاشـقن جـو،
-4 سـپ سـهي سِـر سُـو سـاٿيـڙن جـا، ڪيـائين قاسـم وارو ڪـاج عاشـقن جـو.
-5 پوءِ پاڻ بہ ٿيو شهيد سجدي ۾، ڪيـئـن موچـارو معـراج عاشـقن جـو،
-6 جنهـن جـو ٿيـو سِـر سـوار نيـزي تـي، جـو مجـرب عـلاج عاشـقن جـو.
-7 اجـا هـن ڪـماليـت ڪـي ڪيـن رسيـو منصـور، جـو شـاگرد هـلاج عاشـقن جـو.
-8 مـن ٿـئي "مننـار" سـندس حُـبدار، جـو پيـاسـي محتـاج عاشـقن جـو.

ٿلهہ: شـائق شـبير جـا عاشـق، مـڙيـئـي منصـور ٿـي ويـڙا،
ڪيـئـون سِـر سـاهہ پنهنجـا صدقـي، انهـيءَ دسـتور ٿـي ويـڙا.

-1 جـي ٻاهتـر شـهيد ٿيـا سـاڻـس، سـي معـراجـي مثـل طـور ٿـي ويـڙا.
-2 جـي فنـا فـي امـام جـا عاشـق، سـي نـور منجهـان نـور ٿـي ويـڙا.

-3 ڀيا حسنين جي حُب ري، انڌا معذور ٿي ويڙا.
-4 ڏنئون ريا جي فتويٰ وٺي رشوت، سي ماياتي مغرور ٿي ويڙا.
-5 ڪي سٽي ڳالهيون غم اُنهي جون، ڦٽيل ڇڪ ڇُور ٿي ويڙا.
-6 ڪي ماتامي "منٺار" حسيني حُبدار، سي ملنگ منظور ٿي ويڙا.

ڀيروي: تار ڏاڏرو

ٿلهه: بنا حسنين جي حُب ڪان، اصل آسرو نہ محشر جو،
سچي اها ڳالهہ، ڪر اعتبار، قسم الله اڪبر جو.

-1 اصل ايمان انهيءَ جو ويندو، نڪي سو مسلمان مؤمن ٿيندو،
نڪي نبي زمان اُنهيءَ جو پيندو، نڪا ٻي شفاعت بخش سرور جو.

-2 جو خارج خراب ڪيل خاوند جو، آهي سو دشمن احمد جو،
نڪي سو ڏسي منهن محمد جو، پاڙو نہ ملندس پيغمبر جو.

-3 جنهن جي حب حسنين ڏي ناهي، سو اصل ابليس جند آهي،
جي عليءَ جي دروازي تي وجي دانهين، تہ بہ ملندس نہ قطرو ڪو ڪوثر جو.

-4 نڪا تنهن جي جاءِ جنت ۾، ٻيو نڪو ياڳو نعمت ۾،
ٿيندو ڪاٽيارو قيامت ۾، پوءِ لقب ملندس ڪافر جو.

-5 ويچارو "منٺار" پني ٿو پينار، تہ هجان شل حسنين جو حُبدار،
هجان شل نوڪر هميشه هروار، آءٌ سندن درگاهہ جي در جو.

ٿلهه: هُئا حسن حسين عليءَ جا فرزند، جن تي ربي عشق هو آيو،
سي مجي مرضي مرد ويڙا، جيڪو هو رب پاڪ جو رايو.

-1 هئي اها معلوم امامن ڪي، ڪُسڻ جي ڪل عشاقن ڪي،
نہ بہ ٿي گهٽي محبت مشتاقن ڪي، ڏيڻ سِر جو اصل سعيو.

-2 هو اِهو اسرار عبرت جو، ڳجهو مخفي راز رحمت جو،
سو وٺڻ جامو شهادت جو، شهيدن ڪربلا ڏي ڪاهيو.

-3 ڏنئين ٿي ظلم يزيد ڪافر جو، ڏنئين ٿي صبر حُسين سرور جو،
ٿيو امتحان الله اڪبر جو، جنهن عاشق جو ايمان آزمايو.

-4 هي ملنگ "منٺار" سندن درجو، آهي سائل حُسين سرور جو،
سو پيالو حوض ڪوثر جو، گهري عليءَ ڪان امداد سِر نايو.

تلهہ: مدد منهنجي جلد ڪر تون، هيٺون ڏسي منهنجو حال، علي حيدر!
ڪجان مشڪل اچي آسان، تہ ٿئي آجوڪو احوال، علي حيدر!
-1 دُلدل جو هسوار آهين تون، حڪم رب جا هلائين تون،
مون ڪي ڪنان ويرين ڇڏائين تون، تہ لهي سور جي ڪال، علي حيدر!
-2 قوت پروردگار پهلوان آهين، ولين جو سرتاج سلطان آهين،
مُريدن مطيعن جو بہ نگهبان آهين، مون سائل جو سڻ سوال، علي حيدر!
-3 مهابي محمد پيغمبر جي، مهابي حسنين سرور جي،
قدم ڏيڻ سين ڪوثر جي، پلارا ڪر پال، علي حيدر!
-4 چوي ٿو "منثار" عيبن دار، منگت مڱٿهار، تو در پينار،
آءُ گهران ٿو پٽ پان، تون آهين ڏاتار، پنهنجو ڏس اقبال، علي حيدر!

پيروي: تار اولنگهہ

تلهہ: حُبدار آهيون حيدر جا ميان، علي شهنشاهہ صفدر جا ميان!
-1 علي مالڪ مڪمل ميران، علي قادر قطب ڪبيران،
علي پير پهرو ٿيو پيران، ٽوڙيئي ڪوٽ قلعا خيبر جا ميان!
-2 حسن منهنجي حسين حمايت، والي وارث آهن ولايت،
شان جنين جي منجهہ شهادت، آهن مالڪ ٻئي محشر جا ميان!
-3 زين العابدين مير منور، محمد باقر دل جو دلبر،
آءُ بہ غلام انهيءَ جو نوڪر، اسين جماعتي شاهہ جعفر جا ميان!
-4 موسىٰ ڪاظم جو شان شهانو، علي رضا جو آهيان ٻانهو،
تقي نقي نئون سر قرباتو، اسين اَمر بندا اصغر جا ميان!
-5 مهدي مالڪ مير مڪمل، اعلي افضل نور اڪمل،
آءُ تہ زيارت ڪارڻ سائل، آهيون سڪدار سچي سرور جا ميان!
-6 منگي "منثارو" منٺ موالي، شوق شراب جي لاءِ سوالي،
ڪري پنهنجي هٿ پاڻ پيالي، ڏيندم قدح پري ڪوثر جا ميان!

ٿلهه: سردار حسين کي ساريان، تڏهين آب اکين مان هاريان.

1- سيد جي سختيءَ جون ڳالهيون، سڻيو ڪوهه جهان ۾ جاليون،
حيف اسان جون هي خوش حاليون، پاڻ پنهنجو ڇو نه ماريان.

2- شاهه حسين لاءِ ملڪ رو وَن، حورون پريون غم ۾ هو وَن،
عرش زمينون هئي هئي ڇو وَن، پوءِ آءٌ ڇو نه اوساريان.

3- سوز حسين جو سور اندر ۾، ويتر ٿيو وهلور اندر ۾،
غم اِهو معمور اندر ۾، ۽ گوندر ڏينهن گذاريان.

4- ٻانهو سندن "منٺار" مدامي، شاهن شاهه جي مڃي غلامي،
حَسن ۽ حُسين ٿئي ٿيندا حامي، جنهن وقت سنياريان.

پيروي تار ڏاڏرو

ٿلهه: ڏک ڏاج پيارن مٿي موليٰ مڪايو، ايمان عاشقن جو الله آزمايو.

1- آدم کي ٻه الله، بهشت مان لوڏايو،
پوءِ آڻي ابراهيم کي، آڙاهه چڙهايو.

2- حضرت يونس کي، مڇيءَ ۾ لوڙهايو،
ڪڍي کوهه مان يوسف کي، مصر ۾ وِڪايو.

3- ذڪريا نبيءَ کي، ڪرٽ سين چيرايو،
پوءِ حسن مديني ۾، زهر سين مارايو.

4- اُهي ڪُسڻ ڪن قبول، جن تي عشق آيو،
پوءِ ڪربلا جي ڪوس ۾، تِن پير پايو.

5- حضرت حسين ڏيڻ سِر سنباهيو،
تنهن واسطي خدا جي، ڪُلهن ڪان ڪپايو.

6- شاهن شاهه شبير، ڏنو رب جو رايو،
سو اَمر علي زادن، برحق ٿي پانيو.

7- تن سِڪ ۾ صابرين، شاڪرين سڏايو،
ان مرڻ کان "منٺار"، پاڻ نا لڪايو.

تله: ويندڙ واسطي خدا جي، منهنجو نيج نياپو،
۽ نيج نياپو، منهنجو نيج نياپو.

1- آهي اِمام جيڏانهين، تنهنجو پڻ پند تيڏانهين،
وڃج تون تتي هلي، جتي منهنجي جيءَ جو جياپو.

2- منهنجا نياز بي انداز، ڪجان عرض ادب سين،
آءٌ تنهنجي گولي، ڪر سوٽي، پيو منهنجو سگ نہ سياپو.

3- جي اچي عجيب، سو قريب، هت حبيب هيلو ڪو،
تہ آءٌ بهار سا تنهن وار، هوند قرار ٿيان پوءِ.

4- چئي "منثار" سو سردار، جي آذار اچي مون،
تہ ساھ صحبت ۾، آءٌ محبت ۾، سر سُنت ۾، ڏيان پوءِ.

تله: قاصد ڪي سو نياپو ڏيڻ، هو ڪو فرضي،
جڏهين آيو ڪربلا ۾، تو واهي لُڙڪ لرزي.

-1 هئا باهتر شهيد ٿيا اهلبيت عليءَ جا، ۽ هو حُسين زخمي،
هئي خدا جي مرضي.

-2 پوءِ پانڌي پيش پئڙو، حسينڻ جي هاءِ هاءِ، ڪيائين سوال صغران جو،
احوال عرضي.

-3 چي: ڪاڏي پند تنهنجو، ائين چيو امام اُن ڪي، چي منهنجو
پنڌ پرانهون، آهي دور درازي.

-4 پوءِ آيو ڪبوتر تي قاصد، وري چيو امام اُن ڪي،
اول ڪج نياز نبيءَ وٽ، منهنجو احوال عرضي.

-5 پوءِ شمر لعين ڪيو شهيد، حسينڻ ڪي هاءِ هاءِ!
تڏهين پکيڙو تي رت ۾ اُڏاڻو، انبوضي.

-6 پوءِ اچي پکيءَ، پاڪ رسول جي روضي تي رڙيون ڪيون.
سو سڻيو آواز صغران، تہ پيو وچوڙو وگرضي.

-7 چئي "منثار" هي مذڪور، ڪندو ڪير سمورو،
هو وڏو سو واقعو، ايءُ نہ هو تاب ترزي.

تلهہ: هو گڏ امام سين، عباس علمدار حسيني،
جهيڙي جنگ سپاهہ جو، سو سالار حسيني.

-1 عليءَ جي اولاد جو، هو آڏار حسيني،
هئو حسب نسب هاشمي، ننگي ننگوار حسيني.

-2 ڪم ڪارخاني جو، هو هوشيار حسيني.
هئو امام جو سو، عام مختيار حسيني.

-3 هئو پيارو پيغمبر جو، سو دلدار حسيني.
هئو ڏکن ۽ سورن ۾ گڏ، همراز حسيني.

-4 سو ڪيئون شهيد شهادت ۾، سچو يار حسيني،
هن ڪافر ڪينءَ ڪُهايو، هڙو حُبدار حسيني.

-5 هي "منٺار" مگڻهار، هي پينار حسيني،
آءُ سندن يان، هو ڏيندو ڏان، سو ڏاتار حسيني.

تلهہ: قاسم شاهہ گهوٽ جي، اڄ سيج رات آهي،
چڙهيو جوان جنگ تي، پنهنجي موڙن کي ملهائي وو!

-1 هتي ڏاڏي پوٽيون رهيون، ميندي لائي،
۽ هُتان حورون آيون، سانڍا سنباهي وو!

-2 هتي چاچو هيرا موتي، گهورون پيو گهمائي،
وري بيرين پئي حسين کي، ويو ڪنڌ ڏي ڪاهي وو!

-3 وڏئين ڪوفي ڪيترا، ڪافر ڪيرائي،
پوءِ پيتيئن پيالو شهادت جو، پنيءَ رب جي رائي وو!

-4 جنهن کي پوشاڪون پرٽي جون، ڏنيون ڳيچ ڳائي،
سو اچو ويس اهو، تو رت ۾ رڱائي وو!

-5 جنهن جي حورون ۽ غلمان، وڏا حسن هنائي،
تنهن جو مٽ مهتاب ڪو، سورج بہ ناهي وو!

-6 اهڙي جوان جو ايمان، شاعر ڪير ساراهي،
شاديءَ سان گڏ شهادت، ڏسو دل کي ويجهائي وو!

-7 جنهن لڏيون ڪين لاٿون، ڇڏيائون پلنگڙا وڇائي،
ٿيو صدقو سيد تان، ڪند ٿو ڪپائي وو!

-8 هيءَ "مننار" ڏکدار، رويو لُڙڪ وهائي،
تہ پنهنجي پيارن کي، رب ڪيئن ٿو ڪُهائي وو!

تلهہ: ڏهين ماهہ محرم، هو ڏينهڙو حشر جو،
ڪيئون شهيد حُسينؑ، مالڪ محشر جو وو!

-1 ٿيو يزيد ظالم، پٽ معاويئي منڪر جو،
تنهن ڪربلا ۾ ڪهايو، پيارو پيغمبر جو وو!

-2 جو ڪافر قاتل، سيد سرور جو،
تنهن ٿيو مڪان جهنم، لعين شمر جو وو!

-3 ۽ ويو ايمان ڪسجي، بين ڪيترن جو،
جي لشڪر هئا دوزخي، يزيد گبر جو وو!

-4 ڪيائون شهيد، ٻاهتر ڪُٽنب پيغمبر جو،
جنهن ۾ عباس عَلمدار پُٽ علي حيدر جو وو!

-5 ڪهڙو ڪريان بيان، قاسم شاهہ گهوٽ جي گذر جو،
ڪهڙو ڪريان بيان اڪبر، شاهہ علي اصغر جو وو!

-6 جنهن مٿي تي دستار محمد منور جو،
سو ڪيئون ڌار ڌڙ کان، سر حسين سرور جو وو!

-7 شراباً طَهُورا آب، بهشتي بحر جو،
ٿو شهيدن کي پياري، علي ساقي ڪوثر جو وو!

-8 ٿيو آب ڪارو، سمونڊن جي تَر جو،
ٿيو آسمان ڪارو، رنگ مثل اگر جو وو!

-9 ٿيا ملائڪ ماتمي، سُنهن خدا پرور جو،
ٿيو اُيرڻ وقت رنگ زردو، شمس قمر جو وو!

-10 هو مديني ۾ ماتم، جتي روضو رهبر جو،
هئڙو حال غمناڪ، رسول الله جي گهر جو وو!

-11 هو حشر ڏينهن حرص وڌيو، يزيد منڪر جو،
هو پيو بہ راڄ راضي، انهيءَ ڪافر جي شهر جو وو!

-12 هي "منٺار" هر وار رکي، اِرادو اندر جو،
تہ هجان شال حُبدار، شبير ۽ شِبر جو وو!

تلهہ: هي ماهہ محرم ماتام هاءِ هاءِ!
ڪريان ياد حُسينڻ، يا امام هاءِ هاءِ وو!

-1 نبي نانو جنهن جو، محمد ڄام هاءِ هاءِ!
لٿو لاءِ جنهن جي، رب جو ڪلام هاءِ هاءِ وو!

-2 جنهن جي ٿي سگهي نہ ڪنهن کان، ثناءُ تمام هاءِ هاءِ!
تا پڙهن صلوات اُن تي سلام، هاءِ هاءِ وو!

-3 ٿيو يزيد ظالم بدنام، هاءِ هاءِ!
نسل تنهن نادان جو هو بدنام، هاءِ هاءِ وو!

-4 جنهن سڙيل ڪين سڃاتو اسلام هاءِ هاءِ!
تنهن فتني ۽ فساد ڪيو، ڪفر ڪام هاءِ هاءِ وو!

-5 حُسينڻ جو حُبدار، هيءَ غلام، هاءِ هاءِ!
روئي زار "منٺار" پيو مدام، هاءِ هاءِ وو!

تلهہ: اڄ ياد آهي يا حسين سردار، منهنجو خيال غمناڪ هاءِ هاءِ!
بي قرار وو!

1- جنهن جي لاءِ جبرائيل، خدا ڪيو خذمتدار،
وري تنهن جي لاءِ شمر لعين، قاتل ٿيو ڪفار وو!

2- تن سڙين ڪين سڃاتو، پيغمبر نبيءَ جو پار،
سي ڪُوفي، شامي، دمشقي، جن جي ڪلمي تي نہ اعتبار وو!

3- ٿو رهي رات ڏينهان، ان ورونهن جو ويچار،
تہ پنهنجن پيارن جو، ٿو ڪري عجب آچار وو!

4- ماءُ پيءُ ناني جو، نِج نور هو سو نبار،
سنياليو سور تنهن جا، ڪري ماتام "منٺار" وو!

ٽلھ: ھاءِ ھاءِ! امام حسين کي، ڇو ٿو وسارئين،
ڇو ٿو وسارئين ادا! ھُنجون نہ ھارئين.

-1 تنھن صابر سور سٺا گھڻا، سيئي جي سارئين،
تہ ھوند واڪاڻون وريام جون، پرتئون پچارئين.

-2 سختيون سيد جون ٻڌي، گوندر نہ گھارئين،
ھاڻ رُئڻ ۾ سڀ راتيون، ڏينھڙا گذارئين.

-3 خوشيون کھڙي خيال سين، دل ۾ تو ذارئين،
ققڙ جيرا، فڪر انھيءَ منجھہ نہ ٻارئين.

-4 "مننار"! انھيءَ محبت ۾، پنھنجو پاڻ نہ مارئين،
ڪنڌئون سِر ڪپي، نيت اِمام اُتارئين.

ٽلھ: ڏجان امداد يا علي! گُھران سڀ دم جو سڏارو.

-1 نفس نادان، ھئي شيطان، آھي ھَيَل ھچارو،
مون کي لٽ لاءِ، تون بچاءِ، تہ ڏسان ڪپر ڪنارو.

-2 تون الله بي پرواھہ، جو آھين شير سوپارو،
آءٌ مسڪين، آھيان غمگين، مون تان لاھہ مونجھارو.

-3 تون رسول، تنھن مقبول، جو آھين يار پيارو،
آءٌ پٽ پان، گھران دان، تو ھر وقت ويچارو.

-4 آھي "مننار" مگڻھار، پنجتن جو پينارو،
آءٌ تہ سوالي، ڇڏ مَ خالي، تنھنجو ھي نام ڏاتارو.

ٽلھ: خدا جو خاص، نِج نور، پنجتن پيارا،
ذاتي ذات مان ظھور، پنجتن پيارا.

-1 پنجئي نور پنھنجي منجھان، پاڻ خلقيئين ساري بنايَت،
جو مُنڍ مُور پنجتن پيارا.

-2 حديثون ۽ آيتون پڙھي ڪو پروڙي، تہ ھڪڙو حق،
۽ ھڪ حضور پنجتن پيارا.

3- منجهہ قيامت شفاعت اختيار أني جي، لاهيندا سو وهلور،
پنجتن پيارا.

4- سي سردار ڏاتار، آءُ جهولي ٿو وڇايان، منهنجو ڪندا،
پاند پرپور پنجتن پيارا.

5- هي "منٺار" مگٹهار، عرضدار أني جو، منهنجو ڪندا سوال منظور،
پنجتن پيارا.

تلهہ: منهنجو وسيلو ٿيندا پنجتن، منهنجو وسيلو ٿيندا پنجتن،
منهنجو وسيلو.

1- سُٺي منهنجي آزي، ٿيندم راضي، ڪُل مشڪل ڪٽيندا پنجتن.

2- لاءِ اُمت جي، هن خلقت جي، عرض الله کي بہ چيندا پنجتن.

3- قيامر جو تڙڪو، دوزخ جو دڙڪو، ساڻ لطف جي لاهيندا پنجتن.

4- مدت موچاري، ڪا دلداري، ڪرم ڪري اچي ڏيندا پنجتن.

5- ننگڙو سجاٺي ٿيندم ساٺي، اچي "منٺار" کي نيندا پنجتن.

تلهہ: ٿي سائين مدارت علي حيدر! ٿي سائين مدارت علي حيدر!
علي حيدر، علي حيدر! ٿي سائين مدارت.

1- عرض ڪريان ٿو، روز گهران ٿو، تنهنجي زيارت علي حيدر!

2- تون آهين منهنجو والي، آءُ تنهنجو سوالي، تو کي منهنجي پارت،
علي حيدر!

3- سُڻ سوال اهي، تہ مون کي شل نصيب ٿئي، نعمت علي حيدر!

4- ڏج "منٺار" کي، عرضدار کي، هادي هدايت علي حيدر!

جهنگلو: تار اڌ ڪ

تلهہ: امام حسين جو عرش فرش ۾، غم جو وڄي نوبت نغارو.

1- حسين جي غم ڪان چنڊ ۾ چانوڙي، سور انهيءَ ڪئون سج ۾ تاوڙي،
آسمان اوندهہ ۾ ٿيو هي ڪارو.

2- سرخ روئي رت ڪربلا تي، ساري زمين بہ ترٿلا تي،
ان سور ۾ سمونڊ ڪيو هي آب ڪارو.

-3 آهي سندن "منٺار" سوالي، جام شهادت گهري پيالي،
شل نصيب ٿيئم پرين جو پاڙو.

ٿلهه: ٿئيم نصيب شريف شهادت، وو ٿيان مير حسين ساڻ مقامي.

-1 صدق سندم آهي ڏانهن شهيدن، ڏسان اکين سين منهن محبوبن،
وو مون تان مڃي آهي امام جي سلامي.

-2 سندي شهيدن خذمت ڪريان، پنبڻيون پيرن تي وجي ڌريان،
وو اُتي ڪريان گولو ٿي غلامي.

-3 سُڄ الله! آ آس اهائي، منهنجي ڪربلا ۾ قبر ڪرائين،
وو ڪي پيار پيالا پر جام ي.

-4 صدق سيد تان هي سر منهنجو، ڪري قبول من پرين ڪن پنهنجو،
وو ڪي پيار پيالا پر جامي.

پرياتي: تار اڏڪ

ٿلهه: تون سردار ڏاتار سخي نام تنهنجو، آءٌ مڱڻهار پينار آهيان،
مدام تنهنجو.

-1 تون امين، چڱو دين ڏيڻ ڪام تنهنجو،
يا حبيب! ڪر نصيب سو اسلام تنهنجو.

-2 جن زبان ساڻ ايمان چيو ڪلام تنهنجو،
جنت جاءِ تني لاءِ سو انجام تنهنجو.

-3 جي گنهگار بدڪار تہ بہ آءٌ غلام تنهنجو،
ننگدار نبي شافي لقب ڄام تنهنجو.

-4 هي "منٺار" هر وار پينام تنهنجو،
سو يٽ يان، گهري دان، تو نئون انعام تنهنجو.

ٿلهه: الله، يا علي، علي يا موليٰ علي ڪر تات تن ۾،
اهو ورد وظيفو پڙهہ "منٺار" من ۾!

-1 اهو ذڪر زباني پڙهج روحاني منزل ان جي ڪا آهي لاثاني،
سٺي سمجهہ صحيح ڪر، پنهنجي هينئڙي جي ڪن ۾.

2- اسم اهي ئي پڙهج سپيئي تہ هت هُت حيدر اچي ڏڍ ڏيئي،
پوءِ رهين تون سلامت هن آخير سن ۾.

3- هيءَ جا هدايت اٿئي امانت ۽ ڪڏهن ڪونہ ٿيندءِ خلل خيانت،
۽ ايمان تنهنجو هوئي امن و امن ۾.

4- اڙي "منٺارا"، ٿيءُ هوشيارا پڙهہ پريت سان اسم سونهارا،
تہ ڪڏهن ڪين پوندين وري دوزخ اگن ۾.

بلاول: تار

ٿلهہ: سڻ عرض اِمام عباسا، يا عَلمدار حسيني!

1- من منهنجي تان ني وي ميان! مشڪل هول مڙيئي لاهہ وهم وسواسا،
يا عام مختيار حسيني!

2- پنهنجو شان سجاڻي، ٿج حمايت هاڻي، اُميد پڄاءِ هيءَ آسا،
يا ننگي ننگدار حسيني!

3- سوالي سائل سڏايون، نوڪر چاڪر آهيون، خادم اوهان جا خلاصا،
يا سچا حُبدار حسيني!

4- هي "منٺار" نماڻو، پنجتن جي پاسي وڪاڻو، تنهن ڏي دلگير کي دلاسا،
يا سپهہ سالار حسيني!

محلود

ٿلهہ: ڪر هردم ياد حُسين، جنهن ڪامل ڪٿيو ڪوئنين،
اي ميان! فرزند بيبي فاطمہ، ڪر هر دم ياد حسين.

1- سورهيہ جي بہ سچائيءَ جو، مالڪ لڌڙو مَئين،
جي سيد صبر ڪيو هن سور ۾، تہ ٿيندو شافي محمد ثقلين.

2- قاسم شاهہ قربان ٿيو، هو نور حَسَن جو نِين
علي اڪبر شهيد ٿيو، بَنيس نبيءَ صورت بِين.

3- هڪ هزار نَو سؤ زخم ٿيا، تہ بہ نَيو نماز لاءِ حُسين،
جنهن شمر شهيد ڪيو، سو لعنت جو لائق لعين.

4- جيئڻ هـن جهـان ۾، تيـو دلبـر ڏاران ڏيـن،
"منـنـار" مـرچ هـن محبت ۾، تـہ اُجڙي ٿيئـن پـوءِ عـَـين.

تلھ: نـاحق ظلم يزيـد کيـا، آءُ مـاريس تنهـن ماتـام،
هئي هئي شير شهادت رسيا، وو علـيءَ اولاد اِمـام.

1- نبـيءَ نپـايو جنهـن کـي، ميـر محمـد چـام،
ڪئي اُن سين عداوت اُمتين، جي هـُئڙا تخم حرام.

2- ڪوفيـن ڪـاغذ ڪيتـرا، ڪيا پريـن ڏي پيغـام،
تہ تون اچ اسان جو امير ٿي، اسين سڀ تنهنجا غلام.

3- ڪـوُڙيءَ دل ڪوفيـن پڙهيـا، ڪلمـان قـرآن ڪـلام،
ڪنئون ڏوهڻو رسول جو، جنهن تي صلوات ۽ سلام.

4- موليٰ سائين "منـنـار" جي، هـادي! پچـائج هـامَ،
تہ مـانَ قبر منهنجي ٿئي، منجهہ ڪربلا جي مقـام.

ملاري:

تلھ: اعليٰ عزت ۾ ڪـُل ڪان قرار، پنجتن پـاڪ خدا جا پيارا.

1- نبـي يـا علـي چـام، بيبـي سـجُوري،
حَـسن يا حسـين چـام، اهـي سيد سونهارا.

2- پنجئـي نـور پنهنجي منجهـان، پـاڻ خلقيئـي،
محبـوب مٺيـادار، مـُـڪمل موچـارا.

3- سـاري جـوڙ پئـدا ٿـي، نـور سندن مـان،
عـرش زمينـون، تـوڙي آسمـان سـارا.

4- ٿينـدا روز محشـر ۾، شـافي سـجُورا،
اَجهـو لاءِ اُمـت، آهـن چوٽڪـارا.

5- متـي مـاڙ "منـنـار" ڪنـدا، روز هـر وار،
بـانهو ٿـو سـڏايان، آهـن ننـگ وارا.

سارنگ:

تلهه: ڏهاڙي قيامت جي، پرور سو دگار،
خيرالنسا جو كندو، انصاف آچار.

1- ٽيندو پاڻ قاضي، سو كريم كلتار،
اُتي ايندو مير محمد، اُمت جو آڌار.

2- اُتي سڏبي جماعت، پنجتن وارو پار،
اُتي ايندو امام، جو هوندو جيكو حبدار.

3- ٻڌي موڙ قاسم، ايندو گهوٽ گلڌار،
ايندو اكبر ۽ اصغر، جو صغيرن جو سچيار.

4- اُتي حملي حُسيني جو، سپه جو سالار،
سو حضرت عباس، ايندو عَلمدار.

5- اُتي حملي حسيني كي، ڏيندو پاڻ ڏاتار،
گهڻا آب عزتون، بخشيندو بي شمار.

6- كندو ائين قادر، تحقيق تكرار،
۽ آهي اسان كي، ٽيو يقين اعتبار.

7- هوندو حسين تي، ڇَٽ تاج دستار،
اُتي سڏجي سندن، مانَ تي غلام "منٺار".

---

# مداح

## غم نامو اِمام حسين جي درد جو

مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(1)

مومنا سمجهو سڻو مذڪور هن ماتام جو
فرزند بيبي فاطمہ ڏوهٽو محمد ڇام جو
سو قضا سين قافلو آيو جڏهن اِمام جو
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(2)

مجي رضا رب پاڪ جي تنهن سور سورهہ هو سَٽو
ڪربلا مئيدان ۾ اچي موت جو مينهڙو وٺو
هن ڏينهن حضرت حسين ڪوفين ڪوٺي ڪٺو
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(3)

هن ڏينهن حسنين لاءِ عرش ۾ اوچنگار هئي
خود خدا جي تخت تي اُتي ڪرش ۾ اوچنگار هئي
هاءِ حسين سڀ زمين جي فرش ۾ اوچنگار هئي
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(4)

هن ڏينهن حسنين لاءِ زار ملڪن هو رُنو
هن ڏينهن حسنين لاءِ منجهه بهشت نبين هو رُنو
هن ڏينهن حسنين لاءِ چوڏهن طبقن هو رُنو
مسلمينو چو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(5)

هن ڏينهن حسنين لاءِ وڻراهه ساري تي روئي
هن ڏينهن حسنين لاءِ ذرتي ويچاري تي روئي
هن ڏينهن ساري جياجوڻ ٿيو بي قراري تي روئي
مسلمينو چو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(6)

هن ڏينهن حسنين لاءِ ڪعبه بيت الله رُنو
هن ڏينهن حسنين لاءِ محمد رسول الله رُنو
هن ڏينهن حسنين لاءِ ميدان ڪربلا رُنو
مسلمينو چو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(7)

هن ڏينهن حسنين لاءِ پکي پکڻ تو روئي
۽ ملڪ مشرق ۽ مغرب ڪريو غم جو لَکڻ تو روئي
هن ڏينهن حسنين لاءِ ڏسِ اُتر ڏکڻ تو روئي
مسلمينو چو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(8)

هن ڏينهن حسنين لاءِ پريون ۽ حورون روئن
هن ڏينهن حسنين لاءِ سڀ ملڪ معمورون روئن
هن ڏينهن حسنين لاءِ فرقان جون سورون روئن
مسلمينو ڇو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(9)

هن ڏينهن هو سرمون پائيندو معاويه جو پٽ يزيد
هن ڏينهن هو کير پيئندو اُهو خارجي منڪر خبيث
هن ڏينهن جي عيش ڪينداسي انهي جا آهن عزيز
مسلمينو ڇو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(10)

غم ڪري حسنين جو آسمان ۾ آفتاب
غم ڪرين حسنين جو سڀ نکٽ تارا ماهتاب
غم سبب حسنين جي ٿيندو معافي محشر جو عذاب
مسلمينو ڇو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(11)

غم ڪري حسنين جو آسمان ڪارو ٿيو
غم ڪري حسنين جو سارو سمونڊ ڪارو ٿيو
غم ڪري حسنين جو سج شمس تؤ وارو ٿيو

(12)

غم ڪري حسنين جو مير محمد مصطفيٰ
غم ڪري حسنين جو فاطمه خيرالنساءَ

غم ڪري حسنين جو يا عليُ المرتضيٰ
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم ۾ غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(13)

غم ڪري حسنين جو مَلڪَ مهتر جبرائيل
غم ڪري حسنين جو مَلَڪُ حضرت ميڪائيل
غم ڪرين حسنين جو اِسرافيل ۽ عزرائيل
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم ۾ غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(14)

غم ڪرين حسنين جو انبياءُ جملي رسول
غم ڪرين حسنين جو موليٰ سندا مقبول
غم ڪري حسنين جو فاطمہ بيبي بتول
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم ۾ غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(15)

غم ڪرين حسنين جو اولياءَ ۽ پيا ولي
غم ڪرين حسنين جو اهل بهشتن جا ڪلي
غم ڪري حسنين جو يا مرتضيٰ مولا علي
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم ۾ غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(16)

غم ڪرين حسنين جو قطب مڪمل ۽ ڪبير
غم ڪرين حسنين جو شاهہ مرشد ولي پير
غم ڪرين حسنين جو جيڪي ڏاج پنج تن جا فقير

مسلمينو جو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(17)

غم ڪري حسنين جو يا خدا پروردگار
غم ڪري حسنين جو سڀ عالمئي ارڙهن هزار
جنهن کي غم ناهي اُهو خارجي منڪر خوار
مسلمينو جو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(18)

جنهن کي غم ناهي قلب تي عليءَ جي اولاد جو
سو جماعتي ٿيو يزيدي لشڪر شمر ۽ شداد جو
سو پليت پيدائش هوندو ڪفر جي بنياد جو
مسلمينو جو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(19)

جنهن کي غم حسنين جي جو داغ دل تي ناهي دليل
ته ڪين مرهيندو اُنهي کي پاڪ پرور رب جليل
فاطمه فرزند لاءِ روئندو ڪين سو ڪافر ڪثيل
مسلمينو جو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(20)

جڏهن سج الهندا اُيري ايندو ٿيندو محشر جو مڪان
تاوڙي تاپش ڪندو سج پاند نيزي جي نشان
اُتي غم سبب حسنين جي هيءَ ڇٽندو عالم جڳ جهان

مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم ٻي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(21)

ماڳ محشر جي مِلڪَ ۾ هوندي بيبي فاطمه
اُتي غم ڪريو حسنين جو روئندي بيبي فاطمه
ڇي ڪن رُنو منهنجي پُٽن ڪي ائين چوندي بيبي فاطمه
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم ٻي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(22)

ياد ڪيو حسنين ڪي آءٌ ٿو رئان هت زارو زار
مان ڪاريندم الله ڪربلا جو ٻُهاريدار
پاڙي پرين حسين جي شل ٿئي مقامي "منٺار"
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم ٻي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(23)

آس اهڙي ٿو رکان پنهنجي رب سچي رحمان ۾
مراد هئي منٺار جي اُن جي فضل احسان ۾
تہ مان منهنجي ٿئي قبر وڃي ڪربلا مئيدان ۾
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم ٻي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

(24)

آس اهڙي ٿو رکان ويسہ قلب جي يقين تي
شل دل سچي منهنجي ٿئي دائم نبيءَ جي دين تي
پوءِ آءٌ مران ڪلمون چئي محمد رسول امين تي
مسلمينو ڇو رهو اي ماهہ محرم ٻي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول هو حسين جو ماتمي

# مداح شريف

منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سي ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(1)

ڏينهن پهرين ياد ڪر پيارو پسر رسول جو
ڪوفين ڪيئن ٿي ڪٿو مسند وارو مقبول جو
فرزند بيبي فاطمه بنت نبيءَ بتول جو
برسر مجيئين رب جي رضا عذر نه ڪيئين عدول جو
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سي ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(2)

ڏينهن ٻي ٻاهر اندر رک حب حُسين امير جي
آل هو اصلوئن اهو حضرت محمد مير جي
هو علي جو لاڏلو پيڙهي مرتضيٰ پير جي
تنهن رضا رب جي مڃي جا گهريه هئي تقدير جي
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سي ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(3)

ٽي ڏيهاڙي ٽول ٻيا واجب اٿئي دل تان وسار
ساعت اُن سردار جي ساريو سنياريو تون سنيار

آب اُن افسوس ۾ هئي هنجون نت روز هار
پوءِ مان اوءَ مجلس ڏسين داخل ٿئين تون دربار
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(4)

ڏينهن چوٿين ڪيئن چريا ان مونجهه ۾ مستان ٿيا
لک سوين منصور جيئن ڪيئن شمس جيئن ديوان ٿيا
عاشق سٽي ڳالهيون اهي عطار جيئن عُريان ٿيا
ڪي مري ماڳهين پيا پڙ تي پتنگ پروان ٿيا
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(5)

ڏينهن پنجين پيو پور جن ڪي سيداله سالار جو
سي ترڪ طالب ڪري ويا سڪ سهنج سنسار جو
ويا ڪنبي ڏسندي لقب قادر ڏٺي قهار جو
ان ورونهه ۾ ويهي رهيا وقت نه ملين ٻي وار جو
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(6)

ڏينهن ڇهين ڇو ٿو رهين ٻي غمي ٻي دين تون
سڪ ٻنان سيد سندي ٻي ڪج ڪمائي ڪين تون
حب رکي حسنين ڏي جي ويون مري مسڪين تون
تان وڏا ظالع ٿيئي ڪٽي شڪر چوءُ آمين تون
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

جنهن شمر خارج سر ورڍيو اُن جي خيانت ياد ڪر
۽ سَر پڙهيو قرآن ڪلمون سا هدايت ياد ڪر
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(11)

رهين ڏينهن قطرس مَلڪ سردار ستر هزار جو
سو ميڙي مَلڪ پنهنجا مطيع حڪم وٺي ڏاتار جو
پوءِ آيو قطرس ڪربلا ۾ ٿيو ماتمي مهندار جو
سي اجان رئندا رهن سانگو چڏيو سنسار جو
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(12)

ٻارهين ڏينهن ٻرٻرادا هاڻ پَءُ مري هن ماڳ ۾
جان جيئن تان تون گذارج رئڻ واري راڳ ۾
حب رکي حسنين ڏي ٿيءَ درد واري داڳ ۾
جي انهي محبت ۾ مرين تان سوتڙ ٿئين سياڳ ۾
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(13)

تيرهين ڏينهن توبهہ ڪجان قادر ڏٽي قهار کان
زڪريا ڪي جنهن وجهايو ڪرت سر ڪاپار کان
سو صبر نبين ڪيو پنهنجي لقب سردار کان
پر واهہ واهہ صبر سيد ڪيو جو امداد ٿيو ڏاتار کان
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(14)

ڏينھن چوڏھين چاڪ دل جا چٽڪيو ان جا چڪن
جي سدا سيد سچي لاءِ سمجھيو سالڪ سڪن
عاشق اُھي افسوس ۾ آھي سور جاڳيو صادقن
آب اکين مان وھي اھي لئون وار مور نہ لڪن
منٺار تون ڪيئن ٺو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينھن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(15)

ڏينھن پندرھين ھو جنھن تي پيار پيغمبر جو
وحي خدمت دار جنھن جو ھو ملڪ پرور جو
لقب جنھن لاءِ ھو لٿو ٿيو حڪم چادر جو
سو شمر شهيد ڪيو ڪيئن ھٿ وھيو ڪافر جو
منٺار تون ڪيئن ٺو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينھن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(16)

ڏينھن سورھين سو سيد نسب نسورو نور ھو
نانو نبيءَ جنھن جو محمد مصطفيٰ مشھور ھو
والد علي شير خدا سو مرتضيٰ منظور ھو
سو جڏھن سوريءَ چڙھيو تان پوءِ سچن کي سور ھو
منٺار تون ڪيئن ٺو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينھن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(17)

ڏينھن سترھين سي ھئا اُمتي رسول الله جا
جن ڪوڙي دل ڪلمون چيو ھئا حافظ ڪلام الله جا

سي وڙهيا سيد سچي سان لشڪر عبيدالله جا
وجي لعنتي لائق ٿيا سي بي حيا سڀ باهہ جا
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(18)

ڏينهن ارڙهين اُن متي شافي شفاعت ڪيئن ڪندو
ٿيس سي اکهسي اولاد جا هنن سين حمايت ڪيئن ڪندو
ان بي رحمن بيڙن متي احمد عنايت ڪيئن ڪندو
پوءِ پلا ڪلمون اُني تي هت هدايت ڪيئن ڪندو
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(19)

ڏينهن اوڻيهين ادا سو ڪجان اجان ارمان تون
گُهر خدا کان تان مليئي اسلام جو ايمان تون
حسنين ڏي حب رک سچي ڪر ساھ کي قربان تون
جي نيت نبهيئي سچي تان صحيءَ مسلمان تون
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(20)

ڏينهن ويهين ڪر وري وجود ۾ ويچار ميان
پنهنجو قاضي ڪر قلب ۾ عدل ۽ آچار ميان
اسلام جن تي آئيو آگي وٺان اِظهار ميان
سو رسول جي راضي ڪرين تہ حسين جو ٿي پار ميان
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

سي وڙهيا سيد سچي سان لشڪر عبيدالله جا
وجي لعنتي لائق ٿيا سي ٻي ڀيا سڀ ٻاهه جا
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(18)

ڏينهن ارڙهين اُن متي شافي شفاعت ڪيئن ڪندو
تيس سي اڪهسي اولاد جا هنن سين حمايت ڪيئن ڪندو
ان ٻي رحمن ٻچڙن متي احمد عنايت ڪيئن ڪندو
پوءِ پلا ڪلمون اُني تي هت هدايت ڪيئن ڪندو
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(19)

ڏينهن اوڻيهين ادا سو ڪجان اجان ارمان تون
گُهر خدا کان تان مليئي اسلام جو ايمان تون
حسنين ڏي حب رک سچي ڪر ساهه ڪي قربان تون
جي نيت نبهيئي سچي تان صحيءَ مسلمان تون
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(20)

ڏينهن ويهين ڪر وري وجود ۾ ويچار ميان
پنهنجو قاضي ڪر قلب ۾ عدل ۽ آچار ميان
اسلام جن تي آئيو آگي وٺان اِظهار ميان
سو رسول جي راضي ڪرين ته حسين جو ٿي پار ميان
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(21)

ڏينهن ايڪيهين امامن جو ڪجان تون يادگير
تہ ڪيئن ڪُٺو حضرت حسين يا علي جو پٽ شبير
۽ ڪيئن ڪٺو اڪبر علي ۽ ڪيئن ڪٺو اصغر صغير
۽ ڪيئن ڪٺو قاسم امام سيج تي سيد امير
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سي ڏک ۾ گذارج رو هميشہ رين جو

(22)

ڏينهن ٻاويهين ٿئي حضرت حسن ۽ پيو حسين
خاوند جِني لاءِ خلقيو سي ڪارخانو ڪوئين
هو نبيءَ عاشق متن سردار سيد ثقلين
ڪيئن ٿيا قاتل سندن مروان ۽ شمر لعين
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سي ڏک ۾ گذارج رو هميشہ رين جو

(23)

ٽيو ڏينهن ٽيويهين ٽڪر جيرو حسن اِمام جو
زهر سين ٿي پيو ذرا هڪ سؤ ستر تنهن چام جو
قئي منجهان قطرا ٿي نِڪتو ويو وقت آرام جو
سبب تنهن جي شهيد ٿيو هو زلزلو ماتام جو
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سي ڏک ۾ گذارج رو هميشہ رين جو

(24)

ڏينهن چوويهين چَپن ڪوڙن سان پڙهندا قرآن هوا
سي ڪوفي شامي دمشقي اهي نبريل نادان هوا

ڪوڙيءَ دل سان ڪلمون چيئون محمد متي بي ايمان هوا
لباس مسلماني مٿن پر قلب ۾ ڪفران هوا
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(25)

ڏينهن پنجويهين پيغمبر ٿي جنهن کي پاليو
ملڪ جبرائيل جنهن کي سهج مان سنڀاليو
ڪوس ٿيو ڪيڏو مٿس هو آب ريءَ اُجاليو
صبر تنهن صابر ڪري ڪٺي ان جفا ۾ جاليو
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(26)

ڏينهن ڇَويهين ڇٽندي اُمت سندس انصاف ۾
هڪ ڏينهن قضا، قادر ڪندو ائين مالڪ لکيو مصحف ۾
تہ جي خاتون بخشي خون تان عالم ڇُٽن اوصاف ۾
پوءِ ڪير مٿ تن سان ٻيو پنهنجي دل ڪريو درياف ۾
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(27)

ڏينهن ستاويهين صبر آگي سندن آزمائيو
سور سختيون ڏاج ڏک صاحب مٿن سنباهيو
تہ بہ درد جي درياهہ ۾ تن پير پتنگن پائيو
پوءِ منجھہ قيامت ڪل رڪندو رب اني جو رائيو
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سڀ ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(28)

ڏينهن اناويهين لقب عاشق انهن جو ٿا چون
جي محبتيءَ مچ ۾ امالڪ پتنگ وانگر ٿا پون
توڙي مٿن روز سروزو آب ريءَ راتين نون
ته به مرد مڙيا ڪين ڪي سورهه اڳيان لکن سون
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سي ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(29)

اوڻٽيهين ڏينهن امامن جي طلب تون تات ڪر
ڏينهن سي ڏک ۾ گذاري رئڻ گريو رات ڪر
حُب رکي حسنين ڏي اهي پڇارون پريات ڪر
هاڻ پوءِ مري منٺار تون ان ورونهن منجهه وفات ڪر
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سي ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

(30)

ڏينهن ٽيهين تول اٿئي رک حُب حسين امير تي
ٻي آهي سوغات تولاءِ سک سيد جي رکڻ سرير تي
ٽين آهي سوغات تولاءِ ويساهه ڪرڻ فقير تي
چوٿون چوءُ ڪلمون قلب سين حضرت محمد مير تي
منٺار تون ڪيئن ٿو وسارين غم ڪجان حسنين جو
ڏينهن سي ڏک ۾ گذارج رو هميشه رين جو

# مداح

## سي حرفي

هاءِ ماتم کين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

1

الف هيءَ افسوس مون کي آئون هتي ڇو ٿو جئان
هو مناسب هي مون کي صدقو شهيدن تان ٿيان
حُب رکي حسنين ڏي ۽ پساهہ پيرن منجهہ ڏيان
هوند ڪربلا مئيدان ۾ پيالا شهادت جا پيان
هاءِ ماتم کين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

2

بي انهيءَ آئون باهہ سُاڙيس هاءِ وس منهنجو ويو
سر صدق سيد مٿان قربان مون ڪيئن نا ڪيو
ريءَ ملڻ محبوب جي منهنجو نہ مقصد ڪو ٻيو
ان درد ۾ دانهون ڪريان خاطر پرين جي پيو
هاءِ ماتم کين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

3

تي تات سندين مون کي آهي من اندر محبت مدام
بنان حب حسنين جي آهي ٻي عبادت سڀ حرام

ايئن لکيو فرقان ۾ آهي سو سچو رب جو ڪلام
حضرت حديثون ايئن چيون آهن جنهن تي صلواتون سلام
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساھ گهوري تئون اِمام

4

ٿي انهي سڪ ۾ سڙي ۽ ڏيل منهنجو پيو ڏري
هئي ڏکن ڏہرو ڪيس ۽ ماھ منهنجو ويو ڳري
من وجي "مننار" چئي ملان مالڪ کي مري
پوءِ مان ميڙائو ڪري واحد وڇوڙيل جو وري
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساھ گهوري تئون اِمام

5

جيم جيئڻ منهنجو هتي افراط آهي سڀ جنجال
هِت هنجهون هاريان پيو ڏس هاءِ هيٺو منهنجو حال
منهنجو مقصد آهي مرڻ ۾ من مري ٿيندم وصال
آئون اِمامن جو ٿيان منهنجو روز راتو ڏينهن سوال
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساھ گهوري تئون اِمام

6

حي اِمام حسين جي آئون تو سڙان هن سو ۾
مون کي روز غمناڪي گهٽي ماتم سندي مذڪور ۾
هئي لکي تقدير ائين اِن درد جي دستور ۾
نيٺ منهنجو آهي مرڻ ان ورونهہ جي وهلور ۾
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساھ گهوري تئون اِمام

7

خي اجان ڪامان پچان پيو روز پنهنجي روح ۾
آئون هنجهون پيو هاريان واءِ واءِ انهيءَ ورونهہ ۾
پور مون ڪي ٿا پون لهريون اچن سَو لُوهہَ ۾
آئون امامن جو ٿيان منهنجو سوال سنجهہ صبوح ۾
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

8

دال اُن ڏک درد ماريس هاءِ يارو ڪيئن ڪريان
اُن جوش ۾ جيرا ڦيڙ اُن باهہ ۾ ٻڪيان ٻريان
سور سختيون ياد ڪريو پوءِ آب سين اکيون پريان
آءُ امامن وٽ وڃي شل سر سندم سنت ڌريان
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

9

ذال ظاهر يا خدا منهنجي دانهن سُڻ فرياد جي
صاحب سچا تون ڪر شرع سائين عليءَ جي اولاد جي
ڏي مدد مولا ڏٽي پنهنجي فضل ۽ اِمداد جي
پاڙ پَٽِ جيڪي ڦريا اُن جي اهل بنياد جي
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

10

ري رڙيون رب پاڪ صاحب من سُڻي وهلو وري
هٿ پنهنجو هيٺن يتيمن تي ڏٽي داور ڌري

داد منهنجي دانهہ جو من ڪرم سين قادر ڪري
جي وڙهيا سيد سچي سان شل سي وڃن دوزخ تري
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
چو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

11

زي زخم ڪوفين ڪيا هاءِ هاءِ امام حسين کي
ٿيا سمهان سوئر اچي اُن بادشاهہ ڪوئنين کي
منهن ڪارو مردود جو جنهن ڏک هنيا دارين کي
سؤ پيرا شيري شِمر لانت هجي اُن لعين کي
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
چو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

12

سين صدقي سِر ڪريان حضرت حسين امير تان
آئون صدقي قربان ٿيان وارث وسيلي وير تان
مروري گهوريان مٿو تنهن مديني جي مير تان
پوءِ من لهن گوندر گهٽا مون درد جا دلگير تان
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
چو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

13

شين ڪربلا شهيدن جو آهيان گولو غلام
مون مجيو اسلام اُن جو من اندر محبت مدام
آهي منهنجو وارث وسيلو هر دو عالم ۾ اِمام
مون کي شال نصيب ٿئي ڪربلا سندن مقام
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
چو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

14

صُٺاد صبر سيد ڪيو ۽ مڃي رضا رب پاڪ جي
نت ناهي طاقت جو جهلي دهشت ڏٺي لولاڪ جي
ويئي عمر روئندي لنگهي ان غم ۾ مون غمناڪ جي
هاڻي من سندم ميلو ٿئي ۽ هي لهي ٽيپ فراق جي
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نه آئون صدقي ٿيس سر ساهه گهوري تئون اِمام

15

ضُٺاد دل منهنجي سُندو دارون سندن ديدار هاءِ
جيءُ اندر ۾ جرجلو منهنجو بدن بيقرار هاءِ
رات ڏينهن گريو گهڻو ۽ روئڻ زارو زار هاءِ
ريءَ ۾ ملڻ محبوب جي ماندو گهڻو ”منٺار“ هاءِ
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نه آئون صدقي ٿيس سر ساهه گهوري تئون اِمام

16

طُيءِ ذرو تل ڪين ترسيا مڃي هليا رب جي رضا
جيئن لکي لوح قلم سين آئي قادر جي قضا
شائق شهادت جا ٿيا اولاد مانجهيءَ مرتضيٰ
ڪافر ڏينهن قيام جي يزيد لوڙيندو جزا
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نه آئون صدقي ٿيس سر ساهه گهوري تئون اِمام

17

ظُئي زهر حضرت حسن کي اصل مردودن مُڪو
مڃي رضا رب پاڪ جي تنهن چاهه مان پيتو چُڪو
يزيد جهنم ۾ وڃي دوزخ اندر ٿيندو ڦڪو

پوءِ سو پيدا ڪين ٿيندو باھ ڪيو جنهن کي پُڪو
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساھ گهوري تئون اِمام

18

عين يا حضرت علي سُڻ درد واري دانهن تون
تي مدد هيڻن يتيمن جو وسيلو واه تون
سور سختي جي وقت ۾ وٽ ٻُڌِن جي ٻانهن تون
ڪڻ خنجر دُل دُل چڙهي ۽ ڪر ڪفر تي ڪاھ تون
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساھ گهوري تئون اِمام

19

غين غم آهي مون کي حضرت علي اڪبر جو هاءِ
ٿيو هلڻ هئہ هئہ ادا اُج ۾ علي اصغر جو هاءِ
شادي‌ءَجي ڏينهن ٿيو سر جدا قاسم شاھ انور جو هاءِ
ويو قيد ۾ قرآن پڙهندو سر حسين سرور جو هاءِ
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساھ گهوري تئون اِمام

20

فَي فڪر آهي مون کي جو ڪربلا ۾ ڪيس ٿيو
واڻ ويندن تي اچي ڪافر ڪميڻي قصد ڪيو
پاڻي پليتن بند ڪيو ۽ حياءَ هچارن جو ويو
هو حڪم حق جو اصل نہ تہ ڪير صابر ٿئي ٻيو
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساھ گهوري تئون اِمام

21

قاف ڪربلا جي پڙ ۾ ويري آيا ڪئين وير تي
هئي دغا دشمن جي دل ۾ لشڪر مڪا جنهن مير تي
هو رسول الله جو دستار حسين امير تي
سو اُتي راضي رهيو الله جي تقدير تي
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

22

ڪاف ڪارو اُن وقت افسوس ۾ ٿيو آسمان
زلزلو ساري زمين ۾ جنهن متي جملو جهان
حورون پريون هيءَ هيءَ چوَن افسوس ۾ چريون انان
مون ڪي ان ماتم جو آهي قلب دل جيري ۾ ڪان
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

23

لام هو لشڪر گهڻو جملي يزيدن جي جمات
هئا ڪي منجهن قرآن پڙهيل جن نا ڇڏي هڪڙي رڪات
سي ڦري دشمن ٿيا مردود سي حملو حمات
هئا وڙهيا سيدسچي سان جنهن متي پڙهجي صلات
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

24

ميم هو موڳن متيو دنيا جي خاطر دين ڪي
شامين شهيد ڪيو محمد جي تخت نشين ڪي
قيد ۾ ڪوفي ڳنهي ويا عابد مسڪين ڪي

رنج ڪيو ڪوفين ڪتن رب جي رسول امين ڪي
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
چو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

25

نون نوراني جُبو رسول جو رت ۾ پريو
ڪيئون سر جدا هو جنهن مٿي دستار محمد جو ڏريو
ڦرئلن ڪي ڦاهي وانگر اچي طوق لعنت جو ڊريو
ها وئي جهنم جي اندر وجهندن ملڪ ور ڏيو وريو
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
چو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

26

واءُ واءِ ويلا ادا هي مهينو ماتم جو هاءِ
حب رکي حسنين ڏي گريو ڪريو اُن غم جو هاءِ
ڪيئون قتل اڪبر ۽ اصغر ۽ سر وڍيائون قاسم جو هاءِ
جنهن ڪي غم ناهي اُهو اولاد ناهي آدم جو هاءِ
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
چو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

27

هي ڪريو هئي ادا جو ڪربلا ۾ ٿيو قهر
ماهہ محرم جي ڏهين ۾ هو هنذين ماڳين حشر
حورون پريون هئي هئي چوَن اڪين منجهان هارين جر
عرش ڪرسي ترتليا اُن سوز ۾ شمسو قمر
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
چو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

28

الف امر مجي ويا هئي جيئن گهريـ جلشان جي
اها پرک پرور تي لڌي ان جي صبر ايمان جي
وري بي حيائي رب ڏني يزيد ۽ مروان جي
سي ٿيا دشمن دوزخي جي فوج هئا ڪفران جي
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

29

لا لقب اعليٰ امامن کي شهادت جو مليو
ٻيو اجر حسنين کي هر دم هدايت جو مليو
ٿيا والي ڪوئين جا منڍ سڀ نيامت جو مليو
محشر جي ڏينهن امام کي حڪم شفاعت جو مليو
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

30

ي اُنبجي يادگيريءَ ۾ مري ڇڏيان جهان
پوءِ مان پئي منٺار جو ظاهر نبي هِت هُت ضمان
شل منهنجي ڪربلا ۾ تئي قبر پرين پيراندي مڪان
قلب مان ڪلمون چئي مرڪي ٿيان شل مسلمان
هاءِ ماتم ڪين وسري ڪربلا واري قيام
ڇو نہ آئون صدقي ٿيس سر ساهہ گهوري تئون اِمام

# مداح

## سوال نامو

ماهہ محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

1

سوال منهنجو تون سڄ اي يا خدا پروردگار
۽ سوال منهنجو تون سڄ اي يا محمد مختيار
۽ سوال منهنجو تون سڄ اي يا علي دل دل سوار
ماهہ محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

2

مون کي مير حسين جي موليٰ متابعت کر نصيب
ڪربلا ۾ جو ڪُتو اُن جي شهادت کر نصيب
تہ ملان مير حسين کي اهڙي نعامت کر نصيب
ماهہ محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

3

سر سندم صدقي ڪريان تنهن حسن مير حسين تان
سر سندم صدقي ڪريان اُن بادشاهہ ڪوئنين تان
سر سندم صدقي ڪريان دارالبقادارئين تان
ماهہ محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

4

سر سندم صدقي ڪريان حضرت علي اڪبر مٿان
سر سندم صدقي ڪريان حضرت علي اصغر مٿان
سر سندم صدقي ڪريان قاسم شاهه انور مٿان
ماهه محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

5

سر سندم صدقي ڪريان تنهن فاطمه فرزند تان
سر سندم صدقي ڪريان تنهن نبيءَ جي دلبند تان
سر سندم صدقي ڪريان تنهن بادشاهه مسند تان
ماهه محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

6

سر سندم صدقي ڪريان سيد سچي سعدات تان
سر سندم صدقي ڪريان تنهن عليءَ جي اولاد تان
سر سندم صدقي ڪريان تنهن فاطمه بنياد تان
ماهه محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

7

سر سندم صدقي ڪريان عليءَ جي پٽن ۽ پوٽن مٿان
سر سندم صدقي ڪريان تن نبيءَ جي ڏوهٽن مٿان
سر سندم صدقي ڪريان حسين جي قدمن مٿان
ماهه محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

8

مير محمد تي چميو تنهن جي حُسن جمال کي
ڪافرن ڪيئن تي ڪُنو لاڏلي تنهن لعل کي
آءُ اجان جيئرو آهيان آهي حيف منهنجي حال کي
ماهه محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

9

سوال منهنجو تون سُڻج اي جڳ جا مالڪ جلشان
سوال منهنجو تون سُڻج يا نبيءَ عالم زمان
سوال منهنجو تون سُڻج يا شيري خدا شاهي سجان
ماهه محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

10

سوال منهنجو تون سُڻج يا الله آزي تو ڪريان
مقصد منهنجو هي آهي نميو نيازي تو ڪريان
سا سدا سنديم سڻج آءُ جا پينار پازي تو ڪريان
ماهه محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

11

آئون جنهن جو طالبو سو رب ڏيڪاريندم حسين
ماڳ محشر ۾ مون کي ديدار ڪاريندم حسين
حوض ڪوثر جا پيالا اُت پياريندم حسين
ماهه محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

12

دو جڳ ۾ مون مسڪين سين همراهہ ٿيندا پنجتن
هن غم ۾ مون غمگين سين همراهہ ٿيندا پنجتن
پنهنجو ڪري تلقين سين همراهہ ٿيندا پنجتن
ماهہ محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

13

منهنجو ارادو اهو سو پڇائيندم رسول
سوال منهنجو هي آهي عرض اگهائيندم رسول
نالو شهيدن جي جماعت ۾ لکائيندم رسول
ماهہ محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

14

منهنجو ارادو اِهو تہ حسنين جو ٿيان غلام
سوال منهنجو هي آهي سائين روز راتو ڏينهن مدام
تہ مرڻ کان پڇاڻا ڪربلا "منٺار" جو ٿيئي مقام
ماهہ محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

15

منهنجو ارادو اهو سو پڇائج تون الله
شل نيت نبهي سنديم مون تي ڪندا نرمل نگاهہ
آئون مران ڪلمون چئي مٿي مير محمد شهنشاهہ
ماهہ محرم جي ڏهينءَ تاريخ ۾ شل دم ڏيان
حب رکي حسنين ڏي روئندي هتان راهي ٿيان

# مداح

## بيان قيامت جو

ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

1

هي قصو سڻو قيامت جو حديث حبيبي
ڪئي ولين روايت جي حسينؑ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

2

جڏهن خدا پاڪ پرور لاءِ انصاف ايندو
اچي ڪندو اي عدالت ٿيو حسينؑ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

3

اُتي رب رسول ڪريم ڪي ائين چوندو پاڪ پرور
تہ آٽيو بيبي بتولت جي حسينؑ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

4

پوءِ نبي پنھنجي نياڻيءَ کي اچي عرض چوندو
تہ بابا ھل تہ ٿيئي ھدايت تون حسينؑ جي حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
ھوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

5

اُتي ايندي پاڪ دامن روبرو رب جي
ھوندو اُھو وقت وصاليت ھئي حسينؑ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
ھوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

6

اُتي رکي رنج سامون خود الله جي اڳيان
ڪندي فرياد فاطمہ جا حسينؑ جي حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
ھوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

7

اُتي آرياڻي ڪي عرض الله ائين چوندو
تہ مون کي بخش خون خاتونت تون حسينؑ جيِ حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
ھوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

8

پوءِ ڪندي بخش خون بيبي دل جي حضورئون
ڪري منظور معرفت جا حسينؑ جي حبدار

ڏسـنـدا كانـ قيـامت حسـينؑ جـا حـُـبدار
هونـدا صحـي سـلامت حسـينؑ جـا حـُـبدار

9

هونديون كتيون لويون اُن جون بيبي جي بدن تـي
هئي كندي سوءَ جي عادت حسينؑ جي حبدار
ڏسـنـدا كانـ قيـامت حسـينؑ جـا حـُـبدار
هونـدا صحـي سـلامت حسـينؑ جـا حـُـبدار

10

ٽيندو حكم جبرائيل كي تـ آڻ جورا جنت مان
من كري نئون لباس نئامت جا حسينؑ جي حبدار
ڏسـنـدا كانـ قيـامت حسـينؑ جـا حـُـبدار
هونـدا صحـي سـلامت حسـينؑ جـا حـُـبدار

11

چونـدي لاهيـو سـوءَ صاحب رب اول انهـن جـي
جي تا مومن كن متابعت ٽيو حسينؑ جا حبدار
ڏسـنـدا كانـ قيـامت حسـينؑ جـا حـُـبدار
هونـدا صحـي سـلامت حسـينؑ جـا حـُـبدار

12

جي ڏهئـي ڏينهـن محـرم جـا غـم ۾ گذاريـن
اها رسول جي بـ زيارت كن حسينؑ جا حبدار
ڏسـنـدا كانـ قيـامت حسـينؑ جـا حـُـبدار
هونـدا صحـي سـلامت حسـينؑ جـا حـُـبدار

13

جي ڪارا ڪن ڪپڙا روئن مومن مدامي
يلي پهرين ڪن سي پوشاڪت حسينڻ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينڻ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينڻ جا حُبدار

14

آءُ ان ڪان پوءِ پهريندس اِهي جورا جنت جا
مون ڪي دل ۾ آهي دريافت آهيون حسينڻ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينڻ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينڻ جا حُبدار

15

ڪندو انهي طرح الله موجب چوڻ جي
ڪندو اول اُن تي عنايت جي حسينڻ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينڻ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينڻ جا حُبدار

16

جي ساڻس گڏ شهيد ٿيا هوندو شاهي شان انهن جو
ملندين بهشت جي بشارت جي حسينڻ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينڻ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينڻ جا حُبدار

17

اول ملنديون اُن ڪي جايون جنت ۾
هئي جيڪا سنديس جماعت حسينڻ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينڻ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينڻ جا حُبدار

18

اڄ ٻـ عاشـقن کـي ٽئـي اهـڙي اِمـدادي
جهڙي ٽي حر ۽ ياڙس کي هدايت جي حسينؑ جا حبدار
ڏسـندا کانـ قيـامت حسـينؑ جـا حُـبدار
هونـدا صحـي سـلامت حسـينؑ جـا حُـبدار

19

ياڳـا صحـي ملنـدا سـچن صـادقن کـي
ان جي مهابي ۾ مطابعت جي حسينؑ جا حبـدار
ڏسـندا کانـ قيـامت حسـينؑ جـا حُـبدار
هونـدا صحـي سـلامت حسـينؑ جـا حُـبدار

20

ڀوءِ اذن مهت ملندو محمد مصطفيٰ ﷺ کـي
سو کندو شافي ٽي شفاعت ٽيو حسينؑ جا حبدار
ڏسـندا کانـ قيـامت حسـينؑ جـا حُـبدار
هونـدا صحـي سـلامت حسـينؑ جـا حُـبدار

21

کي عاشق کن اعتبار مانجهي مـرد ويچـار
جي واقـف آهـن ولايـت حسـينؑ جـا حبـدار
ڏسـندا کانـ قيـامت حسـينؑ جـا حُـبدار
هونـدا صحـي سـلامت حسـينؑ جـا حُـبدار

22

ڪئين ملان ۽ ٻيا مولوي ونـي رشوت ڦري ويا
ڪيائون روا ايءَ شهادت نـ ٽيا حسينؑ جا حبدار
ڏسـندا کانـ قيـامت حسـينؑ جـا حُـبدار
هونـدا صحـي سـلامت حسـينؑ جـا حُـبدار

23

ٻارنهن سو ٻانگن جا هئا پليت جي پاسي
ڏنئون راءِ خيانت نہ ٿيا حسينؑ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

24

تنهن ڪان پوءِ ڪلمي گوءِ آئيندو جنت ڏي
سڀ جملي جماعت ٿيو حسينؑ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

25

اُتان ڪدي ڪافرن کي احمد چام ايندو
ڪري معافي سڀ خيانت ٿيو حسينؑ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

26

سي منٺار جي آذار پنجتن سردار
ڏيندم روبرو رهاشت آهيون حسينؑ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

27

چئي ڪلمون قَلُوبَئون وسهي يقينئون
آهي نيت ساڻ نعامت ٿيو حسينؑ جا حبدار
ڏسندا ڪانہ قيامت حسينؑ جا حُبدار
هوندا صحي سلامت حسينؑ جا حُبدار

# مداح شريف

هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين تي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين تي ويڙا

1

حسينڻ مرشد ملائڪن جو جي طالب تلقين تي ويڙا
حسينڻ اوجر آنبين جو جي نبي مرسلين تي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين تي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين تي ويڙا

2

حسينڻ گر پير غوثن جو جي غوث العالمين تي ويڙا
حسينڻ قادر قطبن جو جي قطب ڪاملين تي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين تي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين تي ويڙا

3

حسينڻ وارث ولين جو جي وليءَ واصلين تي ويڙا
حسينڻ استاد عاشقن جو جي جملي ئي عاشقين تي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين تي ويڙا
ڏس نہ امام جي اولي اپارين عارفين تي ويڙا

4

حسينڻ سرتاج صابرن جو جي سونهارا صابرين تي ويڙا
حسيڻ آهي تاج تارڪن جو جي دنيا کان تارڪين تي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين تي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين تي ويڙا

5

حسينڻ سلطان سخين جو جي سخي صالحين تي ويڙا
حسينڻ فياض فقيرن جو جي فقير صادقين تي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين تي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين تي ويڙا

6

حسينڻ ارباب عابدن جو جي خدا جا عابدين تي ويڙا
حسينڻ زمان زاهدن جو جي زاهد ذاکرين تي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين تي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين تي ويڙا

7

حُرَ ۽ ياڻس کي هدايت هئي جي عين اليقين تي ويڙا
حسينڻ سرتاج شهيدن جو جي شهيد شاکرين تي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين تي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين تي ويڙا

8

حسينڻ مهندار مسکينن جو سي موچارا مسکين تي ويڙا
راحب ٻانيڻ پٽن سوڏو جي جنت جا نشين تي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين تي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين تي ويڙا

9

ڪي ملان پٽ ملوئي جو پارسي پاسي تنهن ظالمين ٽي ويڙا
اُهي جسن حسين جي حب ريءَ انڌا نابين ٽي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين ٽي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين ٽي ويڙا

10

وٺي رشوا ڏنئون فتوا سي ساڪن سجين ٽي ويڙا
هئا لباس المومنين ظاهر ۾ پر قلوب الڪافرين ٽي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين ٽي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين ٽي ويڙا

11

جي پنيرا پنجتنن ڪان پڙهيل سي دشمن سندا دين ٽي ويڙا
هئڻ هستيءَ ڪيڙا حرام سي ابليسي طالبين ٽي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين ٽي ويڙا
ڏس تہ امام جي اولي اپارين عارفين ٽي ويڙا

12

چوي ”مننٺار“ محشر ۾ پنجتن امين ٽي ويڙا
ڪلمي وارا سي صحيءَ ڇُٽندا جي صادق يقين ٽي ويڙا
هزارين حسنين جا حبدار موچارا مسلمين ٽي ويڙا
ڏس نہ امام جي اولي اپارين عارفين ٽي ويڙا

# بيت راڳ، ڪيڏارو

1

چئي ڪيڏارو ڪربلا جو ياد ڪجان تون ڏينهن
علي جي اولاد تي مرغ ونڙو مينهن
موليٰ جو منٺار چئي نيبهه ٿيڙس نيهن
سوره سيد شينهن عاشق حق الله جو

2

محرم چنڊ چمڪيو آيو عاشورو
ڪي غازي غم حسين جو پتنگ ڪن پورو
جي مٿو مير حسين تان ڪن صدقي سمورو
اُن ڪي اُجورو ملندو محشر ۾ منٺار چئي

3

محرم چنڊ چمڪيو عاشورو آيو
غازين غم حسين جو ڪن ڪمايو
جن من اندر منٺار چئي ماتم مچايو
سو دم سجايو جو پاسي پنجن تنن جي

4

حسن مير حسين لاءِ روئان راتو رات
آءٌ هيءَ هيءَ ڪريو هٿ هٽان مون ڪي طلب تنين جي تات

منٺار چئي اُنَ ماتام جي ڳالھ ڪسي وجھان ڪاٽ
پوءِ مانَ منھنجي بات پچار جي پرينءَ حسين وٽ

5

حسن مير حسين لاءِ پڇان نت پيئي
عمر سندن افسوس ۾ مون کي وھامي ويئي
منٺار چئي ان ماتام جي ڪل ڏيان ڪيھي
جيھي جا تيھي اھيا ڳالھ اندر ۾

6

حسن مير حسين کي سڪان ۽ ساريان
اُن جي افسوس ۾ ھنجون ھاريان
منٺار چئي ان ماتام ۾ ھئي پٽي ڳوڙھا ڳاڙيان
دم نہ وساريان مانہ ميڙائو مون ٿئي

7

حسن مير حسين لاءِ رُئان راتو ڏينھن
ھاريان آب اکين مان جيئن وسن وڏا مينھن
منٺار چئي ان ماتام ۾ آءُ انوئي ڀھرايئن
ھئي ھئي ڪريان ڪيئن جو رب راضي ان رمز ۾

8

ھردم حب حسين جي رکڻ آھي روا
اڙين جي امام ري‍ءَ ڪانھي پُت پوا
ھُت سيد ڪانسواءِ ٻيو عرض ڪجندئي ڪونہ ڪو

9

ھردم حب حسين جي رکج اندر روح
منجھ افسوس اِمام جي وينو ڪر ورونھن
تہ محشر منجھ صبوح مُنھن مرڪئي منٺار چئي

10

هردم حب حسين جي ڪر وجود ۾ وظاف
ڪن ساراهون سيد جون محمد ﷺ ۽ مُصُحاف
متان مُنجهين منٺار تون دل ۾ ڪر درياف
تہ ڪندو موليٰ گناهہ معاف خالق بدلي خون جي

11

هردم حُب حسين جي صادق رکن سچيار
سي واليءَ ولايت جا عاشق جيئن عطار
ٻيا ڪوڙين تين ڪفار بنا حب حسين جي

12

هردم حب حسين جي ڪر مؤمن مطالعي
ڪر اُٺي ياد الله ڪي سيد سنيالي
تہ تِئين هِت هُتِ حوالي محمد جي منٺار چئي

# فقير محمد بخش ’ضامن‘ جا چيل ڏهر

رک هر دم حُب حسين جي اي مومن مسلمان،
اچ پنجتن سندي پڙ ۾ ادب سان ايمان،
تہ راضي مٿئي رسول ٿئي ۽ رب سچو رحمان،
’ضامن‘ هوندئي زور جي تہ مهندان ملندئي مان،
بي ڪنڌي اٿئي ڪانہ بنان حُب حسين جي.

*

بنا حُب حسين جي نہ آهي ڪائي واھ،
حقيقت هن حال جي ڄاڻي هڪ الله،
گهرجي ان امام جي هر دم نيڪ نگاھ،
هيٺي منهنجي حال کان آهي سو آگاھ،
’ضامن‘ پيئي ضعيف جا واهر ڪندا واھ،
سرت رکي ساڄاھ رک هر دم حُب حسين جي.

*

حسن مير حسين لاءِ جر وهائج جام،
هر دم رکج حُب سان مومن تون مدام،
عمدو ملندئي ان جو الله وٽان انعام،
سک رکي سا ساھ ۾ پڙھ ڪلمي جو ڪلام،
اصل کان آئون آهيان گولو سندن غلام،
ڪين ڇڏيندا ڪڏهن سيئي پنهنجي سام،
آهن سي امام ’ضامن‘ ضعيفن جا.

جڏهن سج اُلهندا اُيري ايندو محشر جو مڪان
تاوڙي تاپش ڪندو سج پاند نيزي جي نشان
اُتي غم سبب حسنين جي هيءَ چئندو عالم جڳ جهان
مسلمينو ڇو رهو اي ماهه محرم بي غمي
هن ڏينهن حضرت رسول ﷺ هو حسين جو ماتمي.
(منٺار فقير راڄڙ)